# سچل سرمست ۽ سنڌس دؤر جا مرثياگو شاعر

MA سنڌي شعبي ۾ سال 2020ع ۾ پيش ڪيل مونوگراف

(تحقيقي جائزو)

## نازش نور سومرو

سنڌي شعبو
شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور

# سچل سرمست ۽ سندس دؤر جا مرثياگو شاعر

## (تحقيقي جائزو)

### سنڌي شعبي ۾ سال 2020ع ۾ پيش ڪيل مونوگراف

محقق
نازش نور سومرو

تحقيقي نگران
محترمہ ميڊم زاهده مري صاحبہ

سنڌي شعبو
شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور سنڌ

ڊجيٽل ايڊيشن:
2021ع
سنڌ سلامت ڪتاب گھر

## سنڌ سلامت پاران:

سنڌ سلامت **ڊجيٽل بوڪ ايڊيشن** سلسلي جو نئون ڪتاب **"سچل سرمست ۽ سندس دؤر جا مرثياگو شاعر"** اوهان اڳيان حاضر آهي. شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي سنڌي شعبي ۾ سال 2020ع ۾ ايم أي MA سنڌيءَ جي لاءِ لکيل هي تحقيقي مونوگراف **نازش نور سومرو** جو لکيل آهي.

هن تحقيقي مقالي ۾ سچل سرمست جي سوانح، سچل سرمست جا مرثيا، سچل سرمست جي مرثيي تي شائع ۽ مرتب ٿيل ڪتاب، سنڌي مرثيي جي تاريخ، فڪر ۽ فن، سنڌي مرثيي جي وصف، گهاڙٽو ، سنڌي مرثيي جي تاريخ ۽ اوسر بابت ليک موجود آهن. ان کانسواءِ سچل سرمست ۽ ان جي همعصر مرثياگو شاعرن سيد ثابت علي شاهه (سهيوگي)، . بيدل (قادر بخش بيدلؒ)، محمد يوسف (نانڪ يوسف)، فقير غلام حيدر گودڙيي ۽ خير شاهه جي سوانح حيات ۽ رثائي ڪلام شامل ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ خيرپور جي عزاداريءَ ۽ مرثيي جو مقام، روهڙي جي عزاداري ۾ مرثيي ۽ زاري جو مقام ۽ سنڌي مرثيي بابت اديبن جا رايا پڻ شامل آهن.

ٿورائتا آهيون ادي نازش نور سومرو جا جنهن ڪتاب جي ڪمپوز ڪاپي موڪلي ۽ سنڌ سلامت ڪتاب گهر ۾ پيش ڪرڻ جي اجازت ڏني.

**محمد سليمان وساڻ**
مينيجنگ ايڊيٽر ( اعزازي )
سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام
sulemanwassan@gmail.com
**www.sindhsalamat.com**
**books.sindhsalamat.com**

# پنهنجي پاران

سونهاري سنڌ ۾ ڪيترائي دانشور، اديب، شاعر ۽ نالي وارا عالم ٿي گذريا آهن، جن پنهنجي قول، فعل ساجاهه ۽ ڏٽي سائين جي حمد واري شاعري ذريعي نه رڳو سنڌ پر پوري عالم انسانيت کي فيض رسايو آهي. انهن منجهان حضرت سچل سر مست به هڪ اهڙو عارف ڪامل صوفي بزرگ ٿي گذريو آهي جنهن جو سمورو ڪلام انسان ذات جي ڀلائيءَ جي پيغام تي ٻڌل آهي.

ابتدائي طور سچل سائين جي ڪلام جي سهيڙڻ جو ڪم سچل سائين جي وفات کان پوءِ اٽڪل 55_56 سالن کان پوءِ 1883ع کان شروع ٿيو جيڪو مرزا علي قلي بيگ محنت ۽ جاکوڙ کان پوءِ هڪ ضخيم رسالي "رسالو ميان سچل فقير جو" جي نالي سان ٻن حصن ۾ شايع ڪرايو. ان ڪتاب جي مقدمي ۾ مرزا صاحب ٽن مرثين جو ذڪر ڪيو پر رسالي ۾ ڪو به مرثيو شامل نه ڪيو آهي. . . . سچل سائين جو سمورو ڪلام تمام گهڻن محققن شايع ڪرايو پر سچل سائين جي مرثين بابت خاموشي اختيار ڪئي وئي. شايد ان جو سبب سچل سائين جي نسبت فاروقي هجڻ آهي جنهن سبب مرثيي تي ڪو خاص ڪارائتو ڪم نه ٿيو آهي.

سچل سائين سان عقيدت رکندڙ محترم محمد علي حداد پنهنجي ٿيسز ۾ سچل سائين جي مرثيي بابت گفتگو ڪئي آهي ان بعد 2014ع ۾ ڊاڪٽر مخمور بخاري پنهنجي ڪتاب "سچل سرمست جو مرثيو شايع ڪرايو ان ۾ ڊاڪٽر صاحب سچل سائين جو هڪ مرثيو شامل ڪيو آهي جنهن جا 109 بند آهن پران ۾ ڊاڪٽر مخمور بخاري سچل سائين جو ٻيو شامل ڇو ڪو نه ڪيو؟ سچل سائين جو ٻيو مرثيو جيڪو محترم اختر درگاهي پنهنجي ڪتاب "سچل سائين ۽ درازي فيض" ۾ مقالي جي صورت ۾ پيش ڪيو آهي جيڪو سچل چيئر (خيرپور) پاران شايع ٿيو.

سچل سائين جي مرثين بابت ڪم اجا تحقيق طلب آهي، اميد ته اهڙا ٻيا گهڻا مرثياگو شاعر هوندا جن جو رثائي ڪلام ڪنهن بياض يا قلمي نسخي ۾ قيد هوندو. سچل سائين جي ٻنن مرثين ۽ سندس دور جي ڪجهه همعصر مرثياگو شاعرن جو ذڪر مان پنهنجي مونوگراف ۾ ڪيو آهي.

محترم سائين انجينئر عبدالحسين موسوي صاحب روهڙي جي عزاداري بابت پنهنجي تحقيقي ڪتاب "روهڙيءَ جون ساڻيون ٿي سورائتيون صديون" ۾ ص نمبر 170 تي سچل سائين ۽ سيد ثابت علي شاهه جي همعصر شاعرن جو ذڪر ڪيو آهي جهڙوڪ: سيد عظيم الدين ٺٽوي، مير منور علي، مهر علي "علوي"، ميرزا مراد علي بيگ "سائل" ۽ ننڍن معامرن مان سيد همت علي شاهه رضوي مهدوي، سيد مشرف علي شاهه رضوي

مهدوي ۽ لکيو آهي تہ سائين سچل جي دور ۾ سنڌ جي ڪيترن ئي برک ناميارن شاعرن مرثيي تي طبع آزمائي ڪئي آهي.

رثائي ادب ۾ گهڻن قسمن جي شاعري جو شمار ٿئي ٿو اثاثي شاعري ۽ عروضي شاعري مطابق ڪيڏاري جا دوها، مرثيا، سلام، زاري ۽ اوسارن جا تمام گهڻا شاعر ملن ٿا جن انهن صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي....

مان ٿورائتي آهيان سنڌي شعبي جي محترم استادن جي جن منهنجي مونوگراف لکڻ لاءِ حوصلا افزائي ڪئي. ان سان گڏوگڏ محترم انجينئر عبدالحسين موسوي ۽ محترم نوشاد علي جعفري جي پڻ دلي شڪر گزار آهيان جن پنهنجي هر قدم تي رهنمائي ڪئي.....

آءُ درازا هل . . . .
تنهنجا سارا مولوي
منهنجو هڪ سچل. . . !!!
(شيخ اياز)

١٠ رجب المرجب
١۴۴٢هه

**نازش نور سومرو**
ايم اي سنڌي

# ليکڪ جو تعارف

هوءَ جنهن جي دل درازا آهي، جنهن جي رت ۾ سچل جو مرثيو آهي، هوءَ جنهن جي پيرن جا نشان لطيف يونيورسٽي سنڌي شعبي مان لين ٿا، هوءَ ريشمي وارن واري ڇوڪريءَ جنهن جو قد پورو آهي، ۽ طبيعت ۾ زلزلو، هوءَ جيڪا بک کان وڌيڪ ماڻهن جي احساسن کي محسوس ڪندي آهي، دل جي سدا بهار ڇوڪريءَ جنهن جي خوابن جون پاڙون ڏکيون آهن، هن جڏهن لطيف يونيورسٽي جي سنڌي شعبي ۾ پير رکيو هيو، مونکي سنڌي لهجي کان وڌيڪ اردو لهجي جي لڳندي هئي، جنهن جي اکيون تنها هيون، جنهن جي دل تنها هئي، جنهن جا پير تنها هيا، هوءَ سڄي پنهنجو پاڻ هوندي به، پاڇي کان به تنها هئي، ان وٽ خواب هيو، اهو خواب جيڪو هن جي همت ٻڌيو، هوءَ جنهن پڪو پھ ڪيو ته "سهڻي يار دي گهڙولي پردي هان" سچل جي مرثيي تي مقالو لکڻو آهي، جنهن سکر جي سوڙهين گهٽين ۾ ڏکيا پنڌ ڪيا، جنهن ننڍپڻ کان ئي معصوم شاه مناري تي درياءِ بادشاه کي پنهنجي اکين سان وهندي ڏٺو آهي، هن لطيف يونيورسٽي جي گلن کي خوشين ۾ لڏندي ڏٺو آهي، هن ڏٺو آهي ته ڪنهن جي دل دوزخ، ڪنهن جي جنت آهي، ڇوڪرين جي اکين کي ورسٽي جي رستن تي ساوڻ جيان وسندي ڏٺو آهي ته ڪنهن جي ٿڪن کي يونيورسٽي جي ديوارن ۾ جذب ٿيندي ڏٺو آهي، هوءَ جنهن مشاهدا ڪيا آهن، هوءَ جيڪا منهنجي وڏي ڀيڻ، آئون ان جو ننڍو ڀاءُ آهيان، منهنجي هن سان شناسائي مشڪي رنگ، دل جي اڇي ڪير جهڙي دوست وقار ذريعي ٿي، جڏهن هوءَ اڃا تنها هئي، پر ان جي ڪابي پاسي هڪڙي دوست هئي، اها جيڪا ان جي ڏک، سک سان گڏ ڳوڙهن، ٿڪن سان به ڀائيوار هئي، ان جي اک ڦڙڪندي هئي جڏهن ان جي دوست ڪلاس ۾ نه ايندي هئي، هوءَ انهيءَ اولڊ ڪينٽين تي وڄڻ جو بائيڪاٽ ڪري ڇڏيندي هئي، سنڌي شعبي جي سيڙهين تي بينڪ واري پاسي ڏانهن اداس ويهي رهندي هئي، جيتري طبيعت ۾ زلزلو آهي، اوتري ئي رشتن جي معاملن ۾ سيريس رهندي هئي، هوءَ جنهن جي دل "ڪل جا سم سم" جو خزانو آهي، هن صرف اخلاق سچائي، محبت، کي پاليو آهي، هوءَ ڪوڙ سان نفرت ڪندي آهي ايتري نفرت جيئن جنگجو عورتون هار سينگار کان نفرت ڪنديون هيون، هوءَ دل جي دلير آهي، هوءَ مردن جيان اکيون اکين سان ملائي ڳالهائي سگهي ٿي، هوءَ دودي جي خاندان مان آهي، مون اهو به ڏٺو آهي ته ڇوڪريون پنهنجا ڳوڙها پنبڻين ۾ سنڀالي رکنديون آهن، استاد جي ٿورڙي ڏڙڪي تي الوٽ ٿي وهائي ڇڏينديون آهن، پر هي ڇوڪري اولڊ ڪينٽين تي وينل ناليوارن ڪامريڊن جو بولتيون بند ڪري چڪي آهي، شايد هي ڪنهن زماني ۾ عورتن جي سپهه سالار هئي، مون چار سالن ۾ يونيورسٽي ۾ اهڙي بيباڪ دلير جنگجو پڙهاڪو ڇوڪري ناهي ڏٺي، مون ڀرين

چوڪري هيءَ ڏني هئي، جنهن جي ڪاپي پاسي ۾ شينهن جهڙي دل هئي، ڪجھ ڏينهن پهرين ميسج ڪري ان چيو تہ منهنجي مقالي جي تعارف ۾ منهنجي باري ۾ توڪي لکڻو آهي، پر ڇا لکڻو آهي، اهو سوچي وايون بتال ٿي ويون، مون سوچيو جنهن سچل جي مرثيي تي مقالو ڪنيو آهي انهيءَ تي لکڻ بہ ضروري آهي، آئون ء منهنجو سچل، جنهن جي بيتن مون کي موهيو آهي.

نڪي شيخ مشائخ يارو . نڪي مخدوم ٿياسين
نڪي ملان نڪي قاضي . نڪي معلم پير بڻياسين
نڪي ناھ نڳي جا ٿاهي . رنگ ساڻ رڪياسين
سچل سوا عشق "الله" جي ڪو بہ هنر نہ سکياسين
"سچل سرمست"

**اشفاق ٿانوري**

# سچل سرمست ۽ سندس دور جا مرثياگو شاعر
# (تحقيقي جائزو)

**باب پهريون**

**1. سچل سرمست**

1. سچل سرمست جي سوانح
2. سچل سرمست جو شجرو
3. سچل سرمست جو ننڍپڻ ۽ ابتدائي تعليم
4. سچل سرمست جي شخصيت
5. سچل سرمست وفات

**2. سچل سرمست جا مرثيا**

1. مرثين جو تعداد
2. سچل سرمست جي مرثيي تي شائع ۽ مرتب ٿيل ڪتاب

**باب ٻيون**

**سنڌي مرثيي جي تاريخ، فڪر ۽ فن**

1. سنڌي مرثيي جي وصف
2. سنڌي مرثيي جو گهاڙٽو
3. سنڌي مرثيي جي تاريخ
4. سنڌي مرثيي جي اوسر
5. سنڌي مرثيي جا جزا
6. زاري

**باب ٽيون**

**سچل سرمست ۽ ان جا همعصر، مرثياگو شاعر**

1. سيد ثابت علي شاه (سهيوگي)
   (سوانح حيات ۽ رثائي ڪلام)
2. بيدل (قادر بخش بيدلؒ)
   ( سوانح حيات ۽ رثائي ڪلام)
3. محمد يوسف (نانڪ يوسف)

(سوانح حيات ۽ رثائي ڪلام)

4. فقير غلام حيدر گودڙيو

( سوانح حيات ۽ رثائي ڪلام)

5. خير شاهه

(سوانح حيات ۽ رثائي ڪلام)

**باب چوٿون**

**خيرپور جي عزاداريءَ ۽ مرثيي جو مقام**

1. خيرپور جي عزاداري ۾ مرثيي جو مقام
2. روهڙي جي عزاداري ۾ مرثيي ۽ زاري جو مقام
3. سنڌي مرثيي بابت اديبن جا رايا

**نتيجا**

ببليوگرافي

باب پهريون

# سچل سرمست

فاروقي خاندان جو چشم و چراغ ميان عبدالوهاب عرف سچيڏنو سچل سائين سنڌ جي خيرپور رياست جي شهر درازا ۾ 1152ھ بمطابق 1739ع ۾ ڄائو.

## 1. سچل سائين جو شجرو

”مولوي حافظ عبدالوهاب "سچل" بن ميان صلاح الدين بن ميان محمد حافظ عرف صاحبڏنو بن مخدوم عبدالوهاب بن مخدوم محمد حافظ بن مخدوم بن مخدوم عبدالوهاب بن مخدوم شرف الدين بن مخدوم موسي بن حافظ علم الدين بن مخدوم شهاب الدين بن مخدوم سليمان بن مخدوم خواجہ ابو سعيد بن مخدوم نورالدين بن مخدوم محمود بن ابوالفتح بن محمد اسماعيل بن محمد يوسف بن سليمان بن احمد بن برهان الدينبن عبدالعزيز بن عبدالوهاب بن عبدالمطلب بن برهان الدين بن احمد بن عبدالله بن يونس بن محمد بن شيخ اسحاق بن شيخ عبدالطيف بن محمد باقر بن محمد بن شهاب الدين بن عبدالعزيز بن عبدالله بن عمر بن الخطاب فاروقؓ سان وڃي ملي ٿو تنهن ڪري سندس فاروقي خاندان جي لقب نالي سان سڏيو ويندو آهي. . . . . .“[1]

## 2. سچل سرمست جو ننڍپڻ ۽ ابتدائي تعليم

سچل سائين جي ننڍپڻ ۾ ئي سندس والد ميان صلاح الدين گذاري ويو ان وقت سچل سائين جي ڄمار فقط ڇهہ سال هئي ان بعد پرورش سندس چاچي خواجہ عبدالحق جي بحر معرفت ٿي، قرآن شريف جي تعليم حافظ عبدالله قريشي صديقي کان حاصل ڪيائون، قرآن شريف حفظ ڪرڻ کانپوءِ فارسي جي تعليم چاچي خواجہ عبدالحق کان حاصل ڪيائون.

## سچل سرمست جي شخصيت

سچل سرمست جنون ۽ سرمستي جو خالق هو مٿس نينهن جو نشو غالب رهندو هو جنهن ڪري هو ڪيف جي حالت ۾ عروج تي پهچي اهڙيون ڳالهيون ڪندو هو، جن تي اختلاف ۽ اعتراض ٿيندو هو. سچل سائين شريعت جو وڏو عالم هو، عالم انسانيت جو وڏو مبلغ هو، انساني مساوات جو انتهائي قائل هو ۽ ذاتي توڙي ڪنهن انساني مٽ ڀيد کان بيزار هوندو هو. سچل سائين شريعت جي باريڪين کان بخوبي واقف هو، مٿس تصوف جو وڏو اثر هو، هو صوفي بزرگن جو عاشق ۽ سنائي جو بہ وڏو مداح هو.

”هفت زبان شاعر هجڻ سان گڏ، سچل ئي غالبا پاڪستان جو سڀ کان بسيارگو

شاعر آهي، سندس ڪلام گهٽ ۾ گهٽ 9 لک 36 هزار 6 سو 36 شعرن تي مشتمل آهي، سندن ڪلام ۾ بيتن، واين، غزلن، مثنوين، سي حرفين، مرثين، مدح ۽ جهولڻا شامل آهن."...(2) (جن مان موضوع مطابق مرثيي جوذڪر اڳتي ڪيو ويندو.)

سچل سائين جو فلسفو، انسان جي قديمي جستجو جو نچوڙ آهي. سچل سرمست رح، صغيري ڪان وٺي عمر جي آخر تائين ڪنهن دنياوي لوڀ، لالچ ۽ زندگي جي آسائش جا متلاشي نہ رهيا ۽ جستجو ۽ فڪر جي گهرائن ۾ غوطہ زن رهيا.. سچل سرمست جواني جي ڏينهن ۾ بہ نماز جا پورا پابند رهيا. سندن شخصيت ۾ سادگي ۽ وقار جا چٽا اهڃاڻ ملن ٿا. سچل سائين جو سمورو ڪلام سڪ، سوز، دلگدازي، انتظار، بيقراري، جوش، جولان، موج مستي، حيرت، عبرت، جستجو، حقيقت ۽ معرفت جي فلسفي سان سرشار آهي.

## سچل سرمست جي وفات

سچل سائين گهڻيءَ رياضت جي باوجود آخري عمر تائين نهايت تندرست رهيو. پڇاڙيءَ ۾ خلوت نشيني اختيارڪيائون. اهڙيءَ طرح آخرڪار 14 رمضان المبارڪ سنہ 1442 هجريءَ (1829ع) ۾ وفات پاتائين. سچل سرمست جي وفات وقت عمر 90 سال هئي پاڻ پنهنجي ڏاڏي خواجہ محمد حافظ، پنهنجي مرشد چاچي خواجہ عبدالحق ۽ سخي ميان قبول محمد سان گڏ هڪ ئي مقبري هينان مدفن آهن. "هي مقبرو رياست خيرپور جي واليءَ مير رستم خان ٺهرايو. تنهن ڪان پوءِ سخي ميان قبول محمد جي ڏينهن ۾ گنبد تي نيل ۽ چٽن ئي ڪندن تي نيلون ۽ ڪاشيءَ جو سمورو ڪم سردار محمد بخش جي اهتمام سان ٿيو."..(3)

# سچل سرمست جو مرثيو

## سچل سرمست جي مرثين جو تعداد

جڳ مشهور . . . . . . . يا ام المسلمين . . . وارو مرثيو 109 بندن تي مشتمل آهي.

**مرثين جو قلمي بياض**

”هن جو مرتب ۽ ڪاتب فقير محمد موسي آهي جيڪو سخي قبول محمد دوئم جو مريد هو. (مرثين جو هي بياض فقير صاحب 8 ذوالحج 1316 هه، 1899ع تي لکي مڪمل ڪيو. ان بياض ۾ ڪيترن ٻين شاعرن جي مرثين سان گڏ سچل سائين جو يا امام المسلمين. . . وارو مرثيو ۽ ڪيڏاري جا مسلسل دوها شامل آهن) جن ڪي ٻه مرثيو لکيو ويو آهي“ ...(4)

**سچل سرمست جي ڪلام جو بياض (قلمي)**

”هن بياض ۾ سچل سائين جو ڪلام سندن وڏي طالب نانڪ يوسف جي خليفي فقير غلام حيدر شر گودڙيي جو جمع ڪيل آهي، زباني روايتن موجب ڪيس سچل سائين جو مرثيو نانڪ يوسف وٽان مليو. هن بياض جي فقير عبدالرحيم عابد شر ولد استاد نبي بخش ولد فقير خداداد خان ولد فقير غلام حيدر گودڙيي نيئن سر مرتب ڪري ڪتابت ڪئي.

سچل سائين جي ڪلام جي بياض مان سائين جو مرثيو فقير محسن علي شر محسن 19 جون 2012ع تي الڳ سان اتاريو.

سچل سائين جا ٻه مرثيا، قنبر علي شاهه (سکر واري)جي بياض سنڌي مرثين جو (ڀاڱو 3 ) ۾ ڏنل آهن.(5)

**سچل سائين جي مرثيي جو جائزو**

سچل سرمست جو مرثيو جيڪو 109 بندن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ امام حسين؏ جي ولادت باسعادت کان سندن شهادت تائين جا مختلف واقعا آندل آهن، جن ۾ سلاست، رواني، جذبات نگاري، منظرنگاري کان ويندي ٻولي جي سادگي جو حسن موجود آهي.

محمد علي حداد، پنهنجي ايم اي (سنڌي) جي مونوگراف ۾ لکي ٿو:

”سچل سرمست جتي ٻين صنفن جو موجد آهي، اتي سنڌي مرثيي جي ميدان ۾ به ڪيس پيشوائيءَ جي سعادت حاصل آهي.

پروفيسر عطا محمد حاميءَ پنهنجي ڪتاب ”منصور ثاني سچل سرمست“ جي تحقيقي مقدمي ۾ سندس مرثيہ گوئيءَ بابت لکي ٿو تہ، مرثيي جي ميدان ۾ سچل سائين، سنڌ جو پهريون شاعر آهي، هن کان اڳ دوهيڙن ۽ بيتن ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، احسان فقير ۽ ٻين شاعرن سر ڪيڏارو آلاپيو آهي، مگر سنڌي مرثيي جي صنف شخن جو موجد سچل سائين آهي. جنهن کان پوءِ ثابت علي شاهہ، عالم ڪربلائي ۽ ٻين شاعرن هن فن ۾ پنهنجي قلم جا جوهر ڏيکارا آهن.“..(6)

(1)

اي امام المسلمين ڪر يار ياري يا حسينؑ
ملڪ ۾ ماتم پيا هئي بقراري يا حسينؑ
بلبلان چوڙي چڏيئون باغ وبهاري يا حسينؑ
هاءِ حورن کي ڏسڻ جي انتظاري يا حسينؑ

(2)

ٿئين تولد تون جڏهن اي سيدا سرور امام
منهن نبي منهن تي رکيئي تنهنجيون خوبيون خير الانام
جوش مون جبرئيل آندا ڏانهن سائين هي سلام
دوستي لائيئي اوهان تي ياري يا حسينؑ

(3)

سر مبارڪ تي تراريون وهنديون ويرين سنديون
شاهہ کي شمشيريون منجهہ ڪربلا ڪاهل ڪبنديون
رت ريلا ٿيندا هتي نيرا جون وهنديون نديون
اصل کان آهي اوهان تي امر واري يا حسينؑ

(4)

ڏينهن هڪ ٻاهر مديني مون هليو سيلان تي
هيٺ هڪڙي وڻ وجي آرام ڪيو ويران تي
ماڳ ميڪائيل چوري ڍار ٿيو توجان تي
وجي پاسي هيٺ تنهنجي ڏيئي ٻهاري يا حسينؑ

(5)

ڪٽي ڪلهي تي پانهنجي ناني چڙهي هسوار ٿيئن
سو نبي المرسلين جنهن سر گهمين بازار ٿيئن
وحي ميوا تي ڏنا منجهہ جيءَ نبي جنسار ٿيئن
شرف تنهنجا شان آهن بي شماري يا حسينؑ

(6)

اصل کون موڙھو منو مروان ھو ماويہ فساد
آل عمران مون ٻڌيا ھو آل مروان جي بنياد
ڪئي عداوت آل سان آخر تھين جھوني جلاد
لک لعنت آءُ تنھن تي بارباري يا حسينؑ

(7)

ڪئي عداوت آل سان مروان ۽ ويري وليد
ٻيا ڪيئي اھڙا ھئا بيشڪ شيطاني شديد
چو مڙني لعنت انھن تي جي ھئا حاضر يزيد
ھر دو عالم ۾ انھن کي ٿي خواري يا حسينؑ

(8)

ھو اتي حاکم مديني جو منو مروان ٿيو
ٻيو پٽس وليد ويري شد سو شيطان ٿيو
پيءُ پارون آيو چڙھي ھئي ھئي وڏو طوفان ٿيو
مومنن ۾ تي مڙيائي وٺ واري يا حسينؑ

(9)

ڏس منن ماٺھون مکا سرتاج رنھن سردار ڏي
ھک دفعو ھيکر ھلي تون آءُ اسان جي پار ڏي
کر اسان سان گفتگو بيعت سندو اقرار ڏي
ٿي اڳھين معلوم مڙيائي ڳالھ ساري يا حسينؑ

(10)

جذب ڏاڍي سان ھليو تنھن جاءِ ڏي جولان سان
ھئي پنجاھي پٺ ۾ سرتاج تون سلطان سان
ھوا مڙني مومن مصطفي جا عشق جي ارمان سان
پيا ڪچھريءَ کافرن جي گھر اجاڙي يا حسينؑ

(11)

ٿيون زبانون بند جون ھئي منا حيران ٿيا
خام خو خارج سپيئي ترڪ کون طولان ٿيا
بست بازو سي ڪري آڏو اڳيون سلطان ٿيا
شان آڏو تا تنھنجي سي ھئا چڪاري يا حسينؑ

(12)

ھي زبانون ظاھر ڪيائون ڳالھ ابن المعاويہ
يا ونو بيعت اچي يا راھ سر روانيہ

تڏهن ضرب سان زابر چيو کل من کان به في الحاويہ
شير شهزوري ٿيو ڪيئين حڪم واري يا حسينؑ

(13)

ويونبيءَ جي در اتي پاڙون پيرين پيرا پري
ٻاجهه هئي ٻيٺي اسان تي پيءُ ڪنان توکي جڏهن
واءِ ويلا اڄ اسان تي چو هاٽي چورا چڏهن
ٿيو اندرون آواز هي قادر قهاري يا حسينؑ

(14)

هئي اصل نانا نپايئي تي اسان ڪي تو ڪڏهن
ٻاجهه هئي ٻيٺي اسان تي پيءُ ڪنان توکي جڏهن
واءِ ويلا اڄ اسان تي چو هاٽي چورا چڏين
ٿيو اندرون آوازهي قادر قهاري يا حسينؑ

(15)

جن چيو ڪلمون اوهان تي، هئي انهن ڪيڏي ڪئي
هيءَ ٻڌي ٻولي اها سپ روهه ٿيا روئي رئي
مير تو معلوم مڙيائي چا ٻڌايا مان چئي
آهه ۾ درگاه داور زاور زار و زاري يا حسينؑ

(16)

نور نرمل ڏانهن وري اسرار ۾ آواز ٿيو
اي اکين جا نار منهنجا رب جوهي راز ٿيو
تان پرين توسان الاهر سوز سورن ساز ٿيو
دقت او تصديع ڪر سر اختياري يا حسينؑ

(17)

دقت ۽ تصديع جي توسر اها تقدير ٿي
ٿي رضا راضي رهج ٻي نه هت تدبير ٿي
هي پرين پرڪا اصل تو مٿئي مير ٿي
هيءَ لکي آهه لوح ۾ توسر سواري يا حسينؑ

(18)

وڄ پرين پرتين الله ڪي هي سفر تو سر ٿيو
هئي اسان تنهنجي وڇون ڏاڍو وڇوڙو ڪو پيو
قرب لڳ قادر اوهان جي قتل جو سعيو ڪيو
قافلي سان ڪربلا ڏي تياري يا حسينؑ

(19)

اوچنگاري هيئن رنو عارف انهي ايوان ۾
عرش ڪر سي ۾ پيو آواز سپ آسمان ۾
پيا ڏري ڏونگر اتي درياھ پيا دوفان ۾
منهجھ مديني آھ تنهنجي ٻاھ ٻاري يا حسينؑ

(20)

تو وني موڪل نبيءَ کون اسلام عليڪ ڪئي
وير وعليڪ والسلام نور نافع ڏانهن ٿي
تنهن پلڪ ۾ چا چوان هيهات روضہ منجھ هئي
آھ هنجن عينن منجهئون ٿيو جر جاري يا حسينؑ

(21)

هئي مديني مون ٿيو ٻاهر پرين لعلن لڏي
جي هوا عاشق اوهانجاسي ڪنيا سالڪ سڏي
سر اتي سانول سهايو هي هليو چانوان چڏي
عرش تي اظهار تنهنجي برد ٻاري يا حسينؑ

(22)

هو جي مالڪ هئا مديني جا ازل جي روز کون
سي وطن پنهنجو چڏي سنبري هليا ڪنهن سوز کون
هو پرين پر ڏيهہ ٿيا ڪنهن ظالمن جي زور کون
شاميان ڪوفي يزيدي نحس ناري يا حسينؑ

(23)

منزلان منزل ڪٽي مالڪ مڪي داخل ٿيا
گاھ پاٽيءَ جا تنهن ڪارون امامن سان ڪيا
سي پرين سپ پيشوا پيرين مڪي وارا پيا
پر هلڻ ۾ ڪنهن نہ ڪئي توسان تياري يا حسينؑ

(24)

هئي ڪوڙن ڪوفين مڪا هنئين خط لکي هٿ خابرن
جي امام العاشقين هيڪر اسان پاڙي اچن
وير اوهان جي وار تون سپ سر صدقي هي ڪجن
هي دغا دل ۾ رکي ڪيائون دوست داري يا حسينؑ

(25)

قاصدن هڪ ٻئي پنيان ٿي رهبرن رستو لائيو

تہ چڙھ امام المومنين ڪر تون سواريءَ جو سعيو
خرچ ۾ لشڪر اوھان ڪي شھر ڪوفي ڪو آئيو
پر ڪوفي لا يوفي تيا جي اعتباري يا حسينؑ

(26)

شاھ بو مسلم مڪو ڏي خارجن موجب خطن
وج ھدايت ڪر تنئي ڪي مون محبت جي مجن
موڪلائي مير ڪان ڪامل ھليو سان قاصدن
شھر ڪوفي ۾ رسائي سر سواري يا حسينؑ

(27)

شاھ جي تشريف جي خبر پھچائي پري
گھر آندوسين گھوٽ پنھنجي ھي مڙني مصلحت ڪري
ھئي مبارڪ يا ابن المعاويہ ظاھر ۾ ذري
چاڙھ تون ڪو ڪٽڪ پنھنجو سپھداري يا حسينؑ

(28)

امر ابن المعاويہ ڪيو تان ابن زياد ڪي
ڪر وجي ھمراھ پنھنجو اول عمر سعد ڪي
ڪاھي تون ڪوفي وجج جي تي گھرين امداد ڪي
وقت تنھن ڳوري ڪٽڪ ڪي ڪوٺ ڪاري يا حسينؑ

(29)

اڙد سان امڙد چڙھيو ڪوڙو ڪوفي بي پار تي
روز شب ڪاھي برابر ھئي ھليو سردار تي
چپ چپاتي ۾رسيو ڪوفن سندي اقرار تي
پٽ پغمبر ڪي ڏيئي ڪيائون ڪوڙ واري يا حسينؑ

(30)

شاھ بو مسلم وني ھٿ سان ڏنو تن خارجن
امر ڪيو تنھن قتل جو ناريءَ اتي ڪل نوڪرن
ڪو نہ ڪو ڪامل اتي ھر گڙاتيو مون چاڪرن
شر شيطاني انھن ڪئي ڏھر واري يا حسينؑ

(31)

شاھ بو مسلم جو حارث نانءُ تي قاتل ٿيو
قھر ڏس قھار جو نارن متي نازل ٿيو
دين احمد جو چڏيائون دين تن بادل ٿيو

ڏک ٿيو سڀ ڏيهه کي هيءُ ڳالهه ڀاري يا حسينؑ

(32)

شاهه جا فرزند محمد عونؒ ابراهيم ٻيو
ٻئي جدا ٿيا بابا کون تن راهه ۾ رولو پيو
گهر اچي قاضي کوفيءَ جي لائقن پاتوليو
هئي اتي آهي امامن حشر واري يا حسينؑ

(33)

هئي وني قاضي وهاريا خاص پنهنجي خانہ ۾
ماٺ ۾ ويهي رهيا عارف وڏي ارمان ۾
تہ پيءَ کون کيئن پاسي ٿيا سي درد جي دامان ۾
هنئينچئي ٿا زار روئن گلعذاري يا حسينؑ

(34)

هيءَقاضي شرع جي کي ٿا ڳالهه روئي هي چون
کئين نبيءَ جي آل تي هي کوفيان کاهي پون
ساڻ معصومن منافق راند ٿارک جي رهن
کئين هتئون نکري وجون چوڏاري چاري يا حسينؑ

(35)

ظلم جون زيلان کرن دارو سندو درگاه ۾
کئين وڏئي اسان کي هي انهن انباهه ۾
کئين رهي بابي کان وياسون قتل جي جنگاهه ۾
تڏهن ڏسئون هي ڏک اسين گرفتاري يا حسينؑ

(36)

منجهه تنين فرزند عليءَ عہ جي هيءَ اسان پهچاءِ تون
دشمن جي دور مون قادر سگهو کڍاءَ تون
ٿئي راضي يارب هنن ٻانهن اُتي ٻاجهاءِ تون
ٿي هيکاندا هوت سان وجي هکوار يا حسينؑ

(37)

هنئين چئي نروار تي نکري ٻئي ٻاهر هليا
ملهه وني رستو مکي جو چست سي چاهوءَ چليا
واٹ تي هنئين وهنڙ امراجل جهلکي جهليا
دشمنن جي دست پياءُ فرياد واري يا حسينؑ

(38)

هيءَ هيو حارث اتي، پاڪن سندو قاتل ٿيو
ازل کؤن تا ابد تائين، لعنتي ات لعنت ڪيو
هي ٿيئي پٽ زياد جي سان دوزخي وٺواند ويو
دم بدم موچڙاتن سر ڪاپاري ياحسين؏

(39)

هي هليو قاصد مڪي ڏي، هيء وٺي ساري خبر
نيئي رسيو مالڪ مديني جي، اڳئون سالڪ سبر
دانهن ڪيائين در اتي، هت هاء ٿيا ڪيڏا حشر
شاهه شهادت ڪي رسيا، اي ڪهل واري ياحسين؏

(40)

هئي ابن زياد ظالم گاهه ڪوفي م لٿو
دز دمشقي آٿيو ٻيو ناهه ڪو لشڪر مٿو
سي ڦريو ڪوفو، تهين تهن تاب توڙون تتو
مثل ماڪڙاڙد تنهن سان بي شماري ياحسين؏

(41)

هي دغابازن رکي دل م دغا پيرين پيا
ويهه ڪي ايڪيهه هزارن شاهه جي بيعت ٿيا
پوء دنيا جي دام م هاوي هچارا سي هيا
ٻنهي جهانن م تنهن ڪي ٿي خواري ياحسين؏

(42)

شاهه بو مسلم شهادت ڪي رساٽيو خارجن
سي ڪٺل ڪانيون ڪري منجهه باهه دوزخن ٻارجن
شاميان ڪوفي مڙيئي مرندي سي مارجن
چڙهه امام المسلمين ڪر، پوئواري ياحسين؏

(43)

هيءَ حڪايت هنينن سٽي سي مير ماتم م پيا
منزلان منزل ڪٽي منجهه دشت هڪ داخل ٿيا
هئي وڏي افسوس سان، چؤگرد چوٽان ڏئي چڙهيا
ويا ويهي ويرن سندا، چوداري چاري ياحسين؏

(44)

پير گهوڙي جو ڪتو، پٽ پڊري م هلي
تڏهن يار يارن ڪئون پڇيو ٿي وهندڙو وارث ولي

نانءُ هن پٽ جو نه ڄاڻان سورهيو ڏجو سلي
هينئن چيائون، ڪربلا هيءُ نام باري ياحسينؑ

(45)

هنئين اتي امام العاشقين فائق ائين فرمايو
اٺ جهوڪيو ۽ ڪجاوا لاڏئيو هتلاهيو
هيءُ شهيدن جاءِ آهي ڪونه پولو پانئيو
آهه عزرائيل اڳ ۾ شهه شڪاري ياحسينؑ

(46)

هئي پيو تنهن جوءِ ۾ ساٿ سرور جو لهي
ڪربلا جي پڙ ڪيو هي سور هن سيني صحيحي
قتل جي هي جاءِ آهي ڪيئن وجون ڪاڏي ڪهي
آل علي جي بنا ٿيا ٻيا فراري ياحسينؑ

(47)

رات گذري ڏينهن ٿيو لشڪر اچانڪ آئيا
چؤطرف شامين چڙهي لوئين لوارا لائيا
هيءُ ڪتن ڪوفين ڪمينن تير تيغون تائيا
هئين لڳن ۾ لس تنهنجي ڪان ڪاري ياحسينؑ

(48)

ٿيا شروع نوبت نغارا موت جا مارو وڄن
دف دهل ڌم ڌما ڪٽڪ چاڙهيا ڪافرن
فوج فوجان فاسقن جون چوطرف چؤڌر چڙهن
هئين اچي جبرائيل چيو ڪر جنگ جاري ياحسينؑ

(49)

هئي ڪٽڪ ڪفار جي سوگهي ڪئي وادي فرات
آل علي تشنه لب ها ڪربلا ۾ هاءِهات
آب ريءُ اطفال روئن هيئي برابر ڏينهن رات
ڪين اڳيان آئون چوان آهه ڳالهه باري ياحسينؑ

(50)

هيءُ ملڪ ساري جو منو هو اصل عمر سعد تي
لعنت الله آهه انهي تي ٻي ابن زياد تي
جن لکين لشڪر آندا علي سندي اولاد تي
عههي دمشقي دز سيپئي لک هزاري ياحسينؑ

(51)

ٻاهتر ماڻهن هئي حاضر ڪل ئي منجهه ڪربلا
هر وقت ويرن هو پوي ٻولي مڙيئي الا الله
دوست منجهڌنڌڪار ۾ وارث وسيلا هئي ولها
ڪين ٿي ڪوفين ڪمينن شرمساري ياحسينؑ

(52)

اڙد ابن زياد سان هو پرش ۾ اسي هزار
تن سوا پٽ سعد جي سان پي ڪٽڪ هو بي شمار
خر سپ خاطي هوا خارج خرابي ۾ خوار
لعنتي لعنت ڪيا سي هو مڪاري ياحسينؑ

(51)

ابن ريا جي فضل بن عباس سر ميدان جي
ڪوند ٻئي ڪاهي پيا دانهو اندر دوفان جي
سر ڏئي سر ها ٿيا سورهيه اڳئون سلطان جي
نت قوم ڪوفين جي اڳيان هو جڪاري ياحسينؑ

(52)

جنگ جي جانگاهه ۾ هي حر جو حملو ڪيو
چئين لنگان جلوا ڪري پيرين وري شاهه کي پيو
پوءِ متي تنهنجي وڏوئي جهڙ ترارين جو ٿيو
مينهن ڦرن وانگي ٿي ان تي وسڪاري ياحسينؑ

(53)

هئي آندو عباس حملو منجهه ڪٽڪ ڪفار جي
اول ڪيئي ڪوفي ڪنائين جوان مون جولان جي
سيف جا شڪار ڪيائين ڪش هنيائين ڪان جي
قتل ٿيو هي ڪونڌ تان ٿي فوجداري ياحسينؑ

(56)

سيف جا سٽڪا رکياءِ ڪشي هنائين ڪان ٿي
سي اڇي لعني وڙهياءِ دين ڇڏي بي ايمان ٿي
جن کي ازل ۾ هئي بي نصيبي سي وري موٽن ڪڏي
سي هليا حاوي اندر جاءِ تن جي آ تڪراري ياحسينؑ

(57)

هيءَابوالقاسم اڳ ۾ مير جا مارو ڪيو

وير ورنه سر بسر سر ويريان وار ڪيو
جنگ ۾ جولان مؤن هي نر جو نعرو ڪيو
ڏيهه ۾ ڏهڪاءُ سان تي انڌڪاري ياحسينؑ

(58)

اصغرؑ، اڪبر اڙد ڪفار جا ابتر ڪيا
جلوي سان دؤن جوانن نحس ڪيئن نبتر ڪيا
شامين ڪوفين، دمشقن لس ڪيئي لشڪر ڪيا
ظالمن زخمي ڪيا هي سر سواري ياحسينؑ

(59)

شاهزادن پئيل ڪئي هڪ ٻئي پنيءَ سر ويريان
منجهه ڪٽڪ ڪفار جي تن گهاءَ تيغون گهيريان
پر اڇي منير گهير پيا جن ڦير فوجان ڦيريان
ڪربلا ۾ ڪيس جو ٿيو قهر ڪاري ياحسينؑ

(60)

ابن حنظل اوچتو ڪاهي پيو ڪفران ۾
تنهن وڏو تلوار جو چمڪو وڏو چؤگان ۾
هٿ ڪٽي شمشير شائق ملهه گهريو ميدان ۾
ڦيهه ڦهڪارون وڌائين مار ماري ياحسينؑ

(61)

ڏوڙ ڏرتي تي اٿي اڄ ڏينهن جو ڏنڏڪار ٿيو
عاشقن جي آهه جو آسمان ۾ انڌڪار ٿيو
ضرب ضرب تي لسان سيف جو شڪار ٿيو
ياعلي ع ياعلي ع تي پڪاري ياحسينؑ

(62)

وچ منجهه ميدان جي ٿيو غازين جو غلغلو
پهلوانن جو پيو تان چؤطرف چلچلو
عرش ڪرسي آسمان ۽ سر زمين جو زلزلو
ڪانه اهڙي ٻڌي سين حشر واري ياحسينؑ

(63)

شوق پنهنجي شرط سان هي شاهزادا ٿيا شهيد
سي هيا سورهيه سپيئي سروارا سيد سعيد
آل عليءَ جي اٿي ڪيڏو ڪيو سر سان يزيد

لغت الله آهي انهن تي با باري يا حسين؏

(64)

شاهزادن جون اچي هي شاهه کي خبران پيون
تي شهادت شهسوارن هئين ٻڌائين تا چون
تي سنڀاليائون اوهان کي دل بدل بابا کيون
چڙهه امام المسلمين کر پوئواري ياحسين؏

(65)

تڏهن مير قاسم شان وڏي کاهي پيو کفار ۾
ملڪ فلڪن مؤن اچي حاضر ٿيا اسرار ۾
جي اسان تي امر ٿي هئين رهون هت کار ۾
آهه اڳيان سڀ اوهانکي اختياري ياحسين؏

(66)

لا چئي لعلن هليو جلدؤن متي جنگاهه جي
يار يارکي چوي ٿوسر کفارن کاهجي
ريءَ تماشي تيغ جي ٻيو ناهه نه کو ناهجي
هي فنا مؤن ٿيو بقا ڏي هکواري ياحسين؏

(67)

هيءَ وجي پاٽي چڙايو، کاهه سان کينو کافرن
پيو پاٽيءَ جي پيئڻ جو خاص خالص خيال من
حق ڏانهن الهمام ٿيو پيارا نٿا تنهنجا پين
تو پيئڻ ٿو کئين سهائي آب جاري يا حسين؏

(68)

سان ٻڌڻ گهوڙو ورايو وير جابر جنگ ۾
تير ۽ تيغون کتيون ۽ خار نيره خشڪ ۾
تان پيو کاهي اُمالڪ تاب تيزون تنگ ۾
هيءَ مشقت پاڻ تي گهوڙي گذاري يا حسين؏

(69)

شاهه جو گهوِڙو پيو کاهي گهٽي گهمسان ۾
سو ترارين تار کيو هو جنگ جي جولان ۾
هئي اسب جي اڪ انهيءَ ئي نيري جي نشان ۾
آسمان ڏرتي برابر ڏنڏکاري يا حسين؏

(70)

گهوٽ جي گهوڙي ۾ تلواريون هيون تان بيشمار
جاءِ ڪا زخمن نہ واندي هئي ساموندي شهسوار
ڪيئي ڪُتا ها ڪا نہ تنهن ۾ ڇا چوان لس لڪ هزار
رت وهيو هو رتولو جي قراريا حسينؑ

(71)

سنب گهوڙي جا سراسر جنگ ۾ جلوه ڪرن
هي ڪتوري خون مان خوشبوءِ جون موجان ملن
سي رت ۾رنگين ٿيا راوي ڪتابن ۾ لکن
لال ڳاڙها لاک کون تا ڏين ڏيکاري يا حسينؑ

(72)

وات مان تنهن باهہ جا شعلا اچي ٻاهر پيا
هيءِ گهوڙي ڪفار ڪئي، هئي هاءِ هڪ ٻي تي هنيا
ڪٽڪ ۾ ڪوفين سندا سب گهڻا گهمرا ڪيا
هي ڪئي تڙقڙهہ تلوارن چوڏاري يا حسينؑ

(هن بند ۾ هڪ اضافي سٽ آيل آهي:
مينهون جا واڪو ڪيو تيرن چوڏاري يا حسينؑ

(73)

خيال ۾ ياقوت گهوڙي جي لکين لعلان لڏن
پچ تي موتي مڙيئي پر زريءَ سان زمردن
زين تي هيرا هنيائون مشڪ جون واڳا وجهن
پوتا تنهين جي عطر سان پاٽيءَ پگهاري يا حسينؑ

(74)

ساز گهوڙي جو سمالهہ هو جواهر ۾ جڙاءُ
ٿيا وڏا طالع گهوڙي جا جنهن چڙهيو هو بادشاهہ
پڙمٽي پهلوان آيو شير شهزوري شجاع
صاحب ثقيلن جي ڏاتر ڏياريئي يا حسينؑ

(75)

منجهہ سواري گهوٽ جي گهوڙي گهڻا گهمرا ڪيا
ساڻ ساموندي‌ءَ گراگرد سي چنبري پيا
ڪوفيان قتال ڪيائون شاميان ٽاٽين ٿيا
رُڪ رڻوس لوهہ جي برسات باري ياحسينؑ

(76)

(هي بند سنڌي مجموعہ مرثيہ ۾ هن طرح آيل آهي:)
کوفي گهڻان قتال کيا ۽ شاميا شومي مُنا
مرتد حرامي ڪتيرا ڪفار سي ڪامل ڪُنا
تنن جي متوموچڙا ۽ تير مينهن جا ٿي ونا
رڪ ۽ لس لوهہ جي برسات باري يا حسينؑ

سنڌي مجموعہ مرثيہ ۾ هي سٽ اضافي آندل آهي:(1)
مينهن جا واڪو ڪيو تيرن چوڏاري يا حسينؑ

(77)

سر گهوڙي سردار جي سيفن سندا سٽڪار ٿيا
ڪٽڪ ڪفاران جا چوڪي سيئي چوڌار ٿيا
ڏوڙ ۾ ڏنڏڪار جي نيزب وارا نروار ٿيا
وٺ، وٺ هڻ، هڻ مڙيائي وار واري يا حسينؑ(2)

سنڌي مجموعہ مرثيہ ۾ هي سٽ اضافي آندل آهي:
تيرن سندا وسڪار ٿيا چوڏاري يا حسينؑ (3)

(78)

لڪ تراريرن ناخچہ نيزه اچي گهوڙي ڪُتا
ڪان ڪاري زهر جا رهوار رڳ رڳ ۾ رتا
ڦيهہ ڦهڪارو وڏائون جنگ ۾ جُونا جتا
ٻي گهوڙي کي تانهنجي هوئي ڳل ڳاري يا حسينؑ

(79)

ٿيو ذره پرزه تزارين سان اسب اول ۾
پيو وجي سر پٽ منجهہ جهڙ تزارين جهول ۾
هي اتي پيرن پيو سو پوءُ نہ ٻئي ڪنهن پول ۾
وير لنگهائي يانهنجي سواسب وارييا حسينؑ

(80)

سڏ ڪيو سڪرات مون پوءِ سخن چئي سلطان هيءَ
هي اوهان گهرجي گهڻو ڪو ڪوفيان ارمان هيءَ
ڪو نہ ڪيو سون ڏوهہ اوهان جو چو ڪيو جولان هيءَ
هنئين چئي منجهہ ضرب جي ڪيو هوشياري ياحسينؑ

(81)

هي اسان جي شرف جا واقف هيا تڪرار تان
هيو مڙيئي لشڪر بابي جو، ڪئين ڦريو چوڌار تان
ڪئين اڪيون ڪٽندو سياڻي سڀ اڳيون سردار تان
پئي اڳي ڪاتي اسان ڪون رنج واري يا حسينؑ

(82)

هيءَ اوهان افسوس ناهي هن اسان جي حال جو
آهه واقف مصطفي ۽ مرتضي احوال جو
ڪئين اوهان سعيو ڪيو هئي هئي اسان جي قتال جو
جُنگ تنهن جاگير ۾ هي هُوا خماري ياحسينؑ

(83)

هنئين چئي هن شاهه جي پيي ڪوفيان ڪو نه ٿيو اثر
سڀ ڦريا سردار ڪون ترسيانه ڪوڙهيا هڪ قطر
هئي ڪيائون تيغون اپيون ٻيا تراريون ۽ خنجر
هئي ڪڍي ڊوڙيا اوهان ڏي سر ڪٽاري ياحسينؑ

(84)

تڏهن پير پيرين پانهنجي منجهه ڪوفيان ڪاهي پيو
سيف ساجن هٿ ڪري الله اڪبر اُت چيو
شاميان جي اڙد ۾ هئي شام جو حملو هيو
ڪيئي ڪوفي شامي هڪل سان ٿيا فراري يا حسينؑ

(85)

تير ۽ تيغون ڪتيون هيون جنگ جي هر جان ۾
هر طرف نيزا نرالا سڀ هٽن سلطان ۾
بحررت جا پلٽجي پيا هيءَ انهيءَ ايوان ۾
هاءِ هئي هئي هوءِ ٿي قيامت قراري ياحسينؑ

(86)

شاهه ڪيئن حملا ڪيا ڪوڙين جوان ۾ ڪافرن
صف بصف سر سي ڪيون موٽي يتمين ۾ اچن
پر اڙد انڌوڪار ها جنهن ۾ چورسون پيون چلن
پر حق اوهانجي ۾ لکي هئي گير واري يا حسينؑ

(87)

هي لنگن ۾ لعل جي هوا زخم نوسوءُ هڪ هزار

۽ ڪتڪ ڪفار جي هيءَ تي شاهه ڀانيو تي شڪار
ڪينڪي موڙهو مُڙيون تي سعد جوپٽ بي اعتبار
ٻيوابن زياد ظالم نابڪاري يا حسينؑ

(88)

ڪربلا جي دشت ۾ هئي هئي ٿيا آغا شهيد
عالمن ۾ پيو آوار هو مگر سر هو يزيد
ابن زياد ابن سعدؔ شمر هو شوريو شديد
ڪيئن تن ڪي هُٽ ٿيندي رستگاري يا حسينؑ

(89)

سر مبارڪ شاهه جو مُوني اتي جبرئيل ڪيو
هاءِ ميڪائيلؔ اسرافيل ۾ سووري ماتم پيو
ڪُل مُلڪ گراگرد تي واءُ ويلا ۾ پيو
عرش ڪرسي تان سراسر روج واري يا حسينؑ

(90)

سر مبارڪ مُهڙڪئي هئي مديني پار ڏي
ڏس اچي احوال هي ٿو چوي سردار ڏي
ڪڻ اکيون ڏس يا نبي تون مرتضي جي پار ڏي
گرد سان گڏجي پياسي خاڪساري ياحسينؑ

(91)

هئين ڪڏهن منهنجي ڪلهي تي ٿي ڪنيو سردار جي
سهنج مون اسان ڪي نپايو سيدا سالار جي
اڄ اسان ۾ خاڪ غلطان سڻ اچي لهه سار جي
ٿي اسان جي حال تي قيامت قراري يا حسينؑ

(92)

هيئن چئي حضرت نبي تون اسان جو داد ڪر
ڪوفين اسان تي قهر ڪيو تون تني ناشاد ڪر
جي آهن شامي حرامي سي تون ماري ماد ڪر
سي وجن تهت الثري جي آهن ناري ياحسينؑ

(93)

تون نبي الله جا هاني ڏس اسان جي حال ڏي
تنهنجي امت تي وڙهي لالچ دنيا هن ڏوڙ جي
دنيا متي ٿا دين وڪڻن هڪ تورڙي جڻ ڀور جي

ڪو نہ تنهن ڪي ترس پيڙو جي ها شڪاري يا حسينؑ

(94)

منهن نجف ڏي سر مبارڪ تي ڪري هئي هئي چيو
هيءَ بابا ڪوفيون اسان سان قهر ڪيڏو تان ڪيو
حال تان اولاد پانهنجي پسوپنتي پيو
ڪوفين سڀ قتل ڪئي تنهنجي قطاري ياحسينؑ

(95)

رت آلوده اسان جا وار ۽ اندام ٿيا
پس مٿي اولاد پنهنجي هي ڪيڏا حشام ٿيا
هي مٿي نيزي اسانجا سر سندا انجام ٿيا
حال هِهڙويا علي ڏس هيڪواري يا حسينؑ

(96)

دشت ۾ هيءَ ڪربلا جي موت جي هئي مار مار
منجهہ تنين تاءِ صف گهٽيون بيبيون روئڻ رت زار زا
سڏ ڪرن سردار ڪي بيراڱ مون هي بار بار
قافلي ڪوفين ڪون ٿئي ڪو چو ٽڪاري يا حسينؑ

(97)

هيءَ بي بي زينب روئي تي ڪوفيان ظاهر ڪيو
هيءَ هن جا مون رت اهلبيت جي ڊاوا ناهيو
اي شاميواي ڪوفيو توهين پاڻ ۾ محڪم ٿيو
سڀ شهادت ڪي رسيائون تاجداري يا حسينؑ

(98)

هيءَ مٿي مظلوم جيءِ تي ظلم ڪيو هو ڪافرن
هيءَ خوشي گهر ڪافرن جي رنو تي طالبن
هيءَ انهيءَ جا ڏوهتا سردار سيني مرسلن
آل نبي ۽ علي عہ ڪون ٿيا هوا اصل واري يا حسينؑ

(99)

سونهن صورت سهٽو سرتاج هو سلطان هو
جاءِ درجبرئيل جنگ جي دوستي دربان هو
هيءَ مديني ۾ منور نر وڏو نشان هو
شاهہ شهادت ڪي رساٽيو گلعذاري يا حسينؑ

(100)

جي وڙهيا هن وير سان قادر قهر تنهن تي ڪيو
دارين ۾ سي خوار ٿيا نالو نشان تنهن جو ويو
جو وڙهيو آهي امامن دوزخ اندر سوئي ويو
قادر تنهن تي قهر آيو آهي آر آري يا حسينؑ

(101)

جي وڙهيا آهن امامن سچ پچ آهن لعين
مرتد مري سي خراب ٿيا سي سيگهه ۾ ويا آهن
رنج تنهن تي مصطفيجو رنج تنهن تي نورعين
دوزخ اندر تن تي ڪن ٿا سنگباري يا حسينؑ

(102)

ڪربلا جي ڏيهه ۾ هئي سير مٿن سانگو ڪيو
جي ڦريويا مير آڏوطفل ئي تالان ڪيو
پوءِ پرين ڪون "سچيڏنو"چا ڪندو تن جو چيو
هي ڪجي تن ڪي سمالهه منگساري يا حسينؑ

(103)

ڳالهه آڳيان آهه ڳوري واقعو آهي وڏو
سو چوڻ واجب نه آهي ٿو ٿئي جئڙو جڏو
ڪافر هٿ پانهنجي ڪيو ڊوندِ دنيا جو هڏو
پاڻ ڏي پرور اوهان ڪي ڪوٺ ڪاري يا حسينؑ

(104)

مير جا مشتاق باقي پوتي جيڪي رهيا
سي مٿي پاهڻ هئي سي مونجهه ۾ مونس مئا
ڪي اهڙا مستان ٿيا سي ملڪ ۾ سالڪ سئا
ڪئين جاني ڪون جيان پوءِ پلڪواري يا حسينؑ

(105)

ڪي چڏي تڙپگا ڪي غوث ٿيا ها غار ۾
ڪي قطب ابدال ۽ ٻيا اوليا اوتار ۾
ڪي مري پڙتي پيا ڳالهيو سٽي سنسار ۾
ڪي پسي پرزا ٿيا هيءَ زار زاري يا حسينؑ

(106)

ڪن ٻڌي ٻولي اهائي پاڻ ڏونگر ۾ وڏو
دوست ريءِ ديوانه ٿيا روان مديني ۾ ٻڌو

آءُ ٻانهون آل جو سچيڏنو ريءَ ملھ ڳڌو
ساڻ هن بندي ٻنچاري ڪر ستاري يا حسينؑ

(107)

رمز هن ۾ روز شب ڏس شيخ تا منصور هو
شمس تبريزي جو ساڻ ملڻ اهو مذڪور هو
شيخ سو عطا ڏس مستي منجھون مخمور هو
سڀ هئا ڏک تنهنجي ۾ جي جلائين يا حسينؑ

(108)

عاجز پر تواحمدا عاصي گھڻو جو هي حقير
ڏي دوا ديدار جي دلشاد ڪر اي ابن امير
آءُ اوهانجي پيش پيڙس داد ڪر تون دستگير
شافع احمد ڪر حمايت وير واهري يا حسينؑ

(109)

ازل کون تا ابد تائين آهي حب مون حسنين جو
صدق مون سمجھي رهيس دارو اٿم دارين جو
آءُ هي عاشق اصل کون صاف دل سبطين جو
شوق جي شراب مون پيالو پيارين يا حسينؑ

سچل سائين جو هي مرثيو جيڪو مان ڊاڪٽر مخمور بخاري جي تحقيق ٿيل ڪتاب "سچل سرمست جو مرثيو تان نقل ڪيو آهي . . . . هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر صاحب سچل سائين جو هڪ طويل مرثيو پيش ڪيو آهي جنهن جا 109 بند آهن، جڏهن ته شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ قائم (سچل چيئر) ۾ هڪ قلمي بياض ۾ سچل سائين جي ساڳي مرثيي **اي امام المسلمين** جا 107 بند شامل **آهن**. . . .

ڊاڪٽر مخمور بخاري جي ڪتاب "سچل سرمست جو مرثيو" ۾ سچل سائين جي مرثيي جو بند نمبر 21 جيڪو هي آهي

هئي مديني مون ٿيو ٻاهر پرين لعلن لڏي

جي هڪ سٽ موجود آهي بقيه 03 سٽون ناهن موجود ۽ ان کان علاوه بند نمبر 72 به بياض ۾ موجود نه آهي جيڪو جي آهي.

وات مان تنهن ٻاھ جا شعلا اچي ٻاهر پيا
هيءَ گھوڙي ڪفار ڪئي، هئي هاءِ هڪ ٻي تي هنيا
ڪٽڪ ۾ ڪوفين سندا سب گھٽا گھمرا ڪيا
هي ڪئي تڙقڙھ تلوارن چوڌاري يا حسينؑ

ان بند کان علاوه بہ ڊاڪٽر صاحب جي ڪتاب ۾ سچل چيئر واري بياض ۾ لفظن جي تمام گهڻي ڦير ڦار ڻيل آهي.... اڪثر بندن کي اڳتي پوئتي بہ ڪري نقل ڪيو ويو آهي.

محترم محمد علي "حداد" ٻنهي شاعرن جي فڪري اڏام جو فرق هن ريت لکي ٿو:
"سچل ۽ سيد ثابت علي شاهہ مان مرثيہ گوئي ۾ اوليت ڪنهن کي آهي؟ انهيءَ معمي کي حل ڪرڻ لاءِ ٻنهي حضرات جي مرثين جي تقابلي اڀياس بعد هيٺيان نقطا نروار ٿين ٿا:

1. مرثيہ نگاريءَ جي لوازمات مان ربط ۽ تسلسل جو هجڻ تمام ضروري آهي. سچل سرمست جي مرثين ۾ ربط ۽ تسلسل ناپيد آهي. جڏهن تہ سيد ثابت علي شاهہ جا مرثيا مسلسل آهن.
2. سچل سرمست پنهنجن مرثين ۾ ڪربلا جي سمورن واقعن کي ڪٿائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جڏهن تہ سيد ثابت علي شاهہ هر هڪ حسيني فرد تي عليحده عليحده مرثيا لکيا آهن
3. سيد ثابت علي شاهہ پنهنجن مرثين ۾ حسيني افراد جو جنگ جي ميدان طرف وڃڻ، جنگي هٿيارن جي واکاڻ، رجز خواني ۽ شهادت تي ماتم جو ذڪر ڪيو آهي. انهيءَ جي ڀيٽ ۾ سچل سرمست جا مرثيا انهيءَ ڇئن مرحلن کان خالي آهن.
4. سچل سرمست جا مرثيا هئيت جي لحاظ کان صرف چو مصرع آهن. جڏهن تہ سيد ثابت علي شاهہ جا گهڻا مرثيا مسدس ۾ آهن. دراصل مسدس ئي مرثين جي ڊول لاءِ نهايت مفيد آهي، اهوئي سبب آهي جو اردو ۽ سنڌي جا شاهڪار مرثيا مسدس ۾ ئي منظوم ٿيل آهن.

(خيرپور رياست جي شاعرن جي مرثيہ گوئي، ص 48، 49)

## سچل سائين جو پيو مرثيو

هائي هائي !سوزٿيو سردارجو
سڀ ملڪ ۾ ماتم پيو مختيار جو
عرش حورن ۾ ٿيو ديدار جو
عرش اعظم ۾ پيو اسرار جو

(1)

سر مٿي نيزي ڪفارن چاڙهيو
هئہ اکين مان آب حورن هاريو
ڪئين ڪفارن محب اهڙوماريو
درد ٿيو درمان آ دل يار جو

(2)

هئہ كيون زايون جو زين العابدين
هئہ جيڏو ئي ظلم آيو سر زمين
كيئن ٿيا قتل دوستسي دلدار دين
آهہ صد افسوس يک دل يار جو

(3)

راز روئي ٿي ڏنائين اوچگار
هئہ اهي كاٽئون لهان يا ربيار
خاک ۾ غلط شائق شهسوار
آهہ اللهؐ چاڙينڊڙ اسرار جو

(4)

هئہ ابو قاسم اڳيان رويون چوي
دانهن كيو هر درد مان پيرن پوي
خاک سان اچ كيئن گڏيو هاء!هئي!
كيئن اسانكي كيو پاٽئون ڏار جو

(5)

هئي ادا تو پوء جيئڻ مون چا كندو
آهين تون اولاد تنهن سرور سندو
پي آهيان آ ءُتا تنهنجو بيشک بندو
آہ تاسف ڳالهہ هن تكرار جو

(6)

ٿي جدائي وچاسان تنهنجي وڏي
كربلا جي دشت مون لالڻ لڌي
پاڻ ڏي پرور اها تان صف سڌي
جئين ڏسي تيئن كٽک سي كفار جو

(7)

هي ادا يارو اسان سان چا ٿيو
كربلا۾ قهر تان كيڏو ٿيو
پوءِ اوهان كان كندو منهنجو جيئو
غم وڏو آهي سندو غمخوار جو

(8)

ضرب مُون زاريون وڏيون زيلان كيون

زار زاريون بادشاه چوڏس چيون
هاءِ ملڪن جي ڪنين دانهون پيون
هئي اوراتو پيو منجهه مختيار جو

(9)

ٿي ڪنيا هئي سر ڪڏهن سردار ٿي
پي ڪلهن تي چاڙهيا مختيار جي
خاڪ سان آلود اڄ سالار سي
سر لنگهيو اڄ ڏينهن هي اعتبار جو

(10)

اي ادا يارو مونکي هيڪل ڇڏيو.
وقت ۾ تصديح ڪئون لائق لڏيو
جيئڻ هن ڪئون چو نہ پاڻ سان گڏيو
هن ڏکن ۾ هڪ آيس سردار جو

(11)

هائي باقي آهيان اولاد آنءُ
ڪيئن ڪفارن ڪئون ٿيان آزاد آنءُ
هئي اوهان ڪئون پوءِ ٿيس اختاد آنءُ
ڪيم ڪشالو سر مٿي هموار جو

(12)

هاءِ بيني رنائين زار و زار ٿي
هئي پريائين شوق مون شوڪار ٿي
هئي وجي ڪاڏهئون لهان سردار سي
هئي جيڪس هو هئين حڪم ڪرتار جو

(13)

هڪبئي جي منهن مٿئون دانهون ڪري
اثر ۾ افسوس جون آهون ڪري
هئي قتل جي جاءِ تي ڪيهون ڪري
هائي هئي هئي ۾ پيو هوشيار جو

(14)

. . . . . . .
. . . . . .
. . . . . . .

. . . . . . .

(15)

هئي هئي گهومات ۾ گهوريو گهمي
پيرشهدائن جا چاهئون چمي
خاڪ سر هڻي سوزئون هر هر سمهي
عالمن ۾ آهي ڏک اظهار جو.

(16)

زين العابد شاه کي پاڪر پيو
جان ۾ جامو سندس ڳاڙهو ٿيو
خاڪان جي خون ۾ پيهي ويو
ٿيو سچو طالب انهيءَ ديدار جو

(17)

عرش اعظم۾ اچي دانهان ٿيو
هئي قتل جي جاءِ تي کهيان ٿيو
هئي اڪيون ملڪن جون پاڻيءَ سان پسيون
ڪربلا۾ غضب ٿيو غفار جو

(18)

رت جو هئي ويس ملڪ نڪيو تي
هئي وڏو افسوس ماتم ٿيو تي
زلزلو هئي هئي زياده ٿيو تي
نانهه متو گرد ۽ غبار جو

(19)

ٿيو امر الله ڌهون ميڪائيل کي
حڪم عزرائيل جبرائيل کي
ڪل ملڪ سان حڪم اسرافيل کي
سپ وجي ماتم ڪيو مختيار جو.

(20)

خاڪ تي ڪل ملڪ سپ ويهي رهيا
زين العابد جي اڳيان ماتم پيا
عرض تن احوال ڪوڙئين ڪيا
حڪم ٿيوهي اصل ڪئون قهار جو

(21)

هئي اتي تون خاڪ تئون هوشيار تي
امر الله ڏهون ٿيو اظهار تي
يار آيو يار ڏي آذار تي
ڪين ڪر واسواس تون هڪ وار جو

(22)

تون منهنجو آن، تنهنجو ئي آهيان
ٻاجهه توتئون ڪونه لحظو لاهيان
تو جيهو ٻيو ڪونه آئون پانئيان
تون آهين يار اسانجي يار جو

(23)

زين العابد هن خوشي خوشحال ٿيو
ذات جو ظاهر مٿس پر تو پيو
پوءِ تان سپ عمر خماري رهيو
اصلهو واقف انهيءِ خمار جو

(24)

هئي جي دانهون تي ڪيون زين العباد
تي ٻڌيون ات لعنتي ابن زياد
ڏمر مان آيو اتي سان عمر سعد
آل تي ڪيائين اهڙي يلڪار جو.

(25)

هئي ونڻ ڪاڻ ڪيو ڪافر شتاب
هئي ڏيکاريو حر ڪي تنهن تيز تاب
قهر مون ڪي جو چيائين نا ثواب

(26)

ناز تنهنجو ڪير ٻيو ڪڻندو اتي
سخن تنهنجو ڪنهن تہ بي وٽندو
روئڻ تنهنجو ڪير ٻيو سڏدو اتي
ماٺ ڪر تون خاص خبردار جو

(27)

اي نينگر روئڻ تنهنجو افراط ويو
چوڻ آکڻ سپ تنهنجو برباد ويو
صبح تنهنجو شام ڏي تيار هو

آهين تون اولاد تان ڪرار جو

(28)

قتل ڪياسي سڀ سندوءِ سردار جي
آءُ لهي اول اهي گلزار جي
جي جماعت تا تنهنجي لهه سار جي
تون وجي باقي رهين هڪ ٻار جو

(29)

خارجيءَ ڪي هئين چيو جاني جواب
هئي سگها تيندءُ اوهين خاطي خراب
ڪئين پيدا تيندءُ سيئي يوم الحساب
منهن ڪارو ڪافر مئي منهن ڪار جو

(30)

آءُ اهو ئي آهيان سردار جو
سو علي سوئي حسن هوشيار جو
سو حسين آئون آهيان سالار جو
جي هئين طالب انهيءَ ديدار جو

(31)

دين دنيا لڳ اسان اظهار ٿيو
عرش ڪرسي آسمان تڪرار ٿيو
ڪل موجودات سڀ سنسار ٿيو
آءُ آهيان سردار سڀ سنسار جو

(32)

ملڪ ماڻهو ڪل موجودات ٿي
لڳ اسانجي ظاهرا ئي ذات ٿي
ديو جن بر بحر ڏينهن رات ٿي
ڪيئن اوهانکي پلڪ پيو پندار جو

(33)

ڪانه ٿو ساجاه اوهان ڪي شاه جي
ناه ڪا هيبت اوهان الله جي
ڪانه ٿو محبت محمد ماه جي
آءُ آهيان ساري ملڪ سردار جو

(34)

آخر الامر سيئي همسوار ٿيا
ڪل چونڪي شاه جي چوڌار ٿيا
سڀ روانا شام ڏي تڪرار ٿيا
ويا وٺي سرور سيئي سالار جو.

(35)

سچيڏنہ ان ڳالھ ڪئون خاموش ڪر
روز شب تون ڪو هئين جو هوش ڪر
ابن معاويہ جي مٿان پاپوش ڪر
آه دشمن ست پيڙهيو سردار جو

(36)

آه لعنت اول ابن زياد تي
شمر ذلجوشن ۽ عمر سعد تي
سو يزيدن جي سندن اولاد تي
گل چنو جن شاه جي گلزار جو.

(37)

ڳالھ ڳوري ۽ مختصر ڪيم ڪلام
سو چئون واجب ناهي والسلام
ڪيم ايهو مرثيو تيلان تمام
هو ازل ۾ حڪم حڪمدار جو

(38)

ڏينهن هي جي شاه جي شوقئون روئي
سو نبيءَ عليءَ اڳيون هر دم هووي
سو ڪندوواهر مٿس مالڪ مئي
قول آهي هي سندن اقرار جو

(39)

آل تئون هي جند تصدصق جان ڪر
جند جان سو ڪلئي قربان ڪر
زلزلہ جي ڏينهن جو ارمان ڪر
جوش جيءُ ۾ رک تهين جهونجهار

## سچل سرمست جي مرثين جو تعداد

1. يا امام المسلمين وارو مرثيو. . . . . 109 بندن تي مشتمل آهي.
2. ڪيڏاري جي دوهن جو تعداد . . . 21 آهي.
3. هائي هائي سوز ٿيو سردار جو. . . . . . 39 بندن تي مشتمل آهي.

## سچل سرمست جي مرثيي تي شايع ۽ مرتب ٿيل ڪتاب

(تحقيق ۽ مرتب ٿيل ڪتاب، قلمي بياض، مونوگراف، ٿيسس)

1954ع ۾ سڀ کان پهرين احسان بدوي سنڌي مرثيي جو هڪ اجمالي اڀياس پيش ڪيو.

1967ع ۾ محمد علي "حداد" پنهنجي ايم اي جي ٿيسز ۾ "خير پور رياست جي شاعرن جي مرثيہ گوئي" ۾ سچل سرمست جي مرثيي تي بہ تحقيقي ڪم ڪيو آهي.

سچل سرمست جو مرثيو (تحقيق: ڊاڪٽر مخمور بخاري)

سچل سائين ۽ درازي فيض، تحقيق: اختر درگاهي

**حوالا:**

1. مرتب: مولانا حڪيم محمد صادق راڻپوري "رسالو سچل سرمست" (سرائيڪي ڪلام)، سنڌي ادبي بورڊ، ص
2. مرتب مصنف: مشتاق مسرور باريچو، ڪتاب جنرل سنڌي، گنج بخش ڪتاب گھر حيدرآباد، سال 14-2013، ص.95
3. ايضاً، ص.382
4. تحقيق: ڊاڪٽر مخمور بخاري، سچل سرمست جو مرثيو، سنڌ ثقافت کاتو، سال 2014، ص.19
5. ايضاً، ص.21
6. عبدالقيوم صائب، سيد ثابت علي شاھ شخصيت ۽ شاعري، محفل شاھ نجف روشن جو پڙ، ٽنڊو ولي حيدرآباد سنڌ، ص

باب ٻيون

# سنڌي مرثيي جي تاريخ، فڪر ۽ فن

## 1. سنڌي مرثيي جي وصف

مرثيو رزميہ شاعريءَ جو هڪ قسم آهي، هن قسم واري شاعريءَ جي وڏي خوبي انداز بيان آهي. مرثيہ جو لفظ لغوي لحاظ کان "رثا " مان نڪتل آهي جنهن جي معني آهي مرڻ (واري) جي خير ۽ خوبين جو ذڪر.

مرثيو رثائي ادب جي خاص صنف آهي جيڪو مسدس (ڇهہ سٽو) يا مربع (چوسٽو) جي صورت ۾ لکيو ويندو آهي. مرثيو اٺن جزن تي ٻڌل هوندو آهي جن ۾ ٽي جزا هر صورت ۾ لازمي هوندا آهن انهيءَ کانسواءِ مرثيو مرثيو نہ چئبو.

## 2. سنڌي مرثيي جو گهاڙيٽو

مرثيو اصل ۾ ڪنهن مرڻ واري جي شخصيت جا گڻ منظوم انداز ۾، ۽ جيڪڏهن اهو مرحوم مقتول آهي تہ ان سان گڏ وگڏ سندس مظلوميت بہ بيان ڪرڻ جو نالو مرثيو آهي

"مرثيي جي جوڙجڪ هن طرح بيان ڪري سگهجي ٿي:

1. مرثيي جو آغاز يعني "مهاڙي".
2. مرثيي منجهہ ماجرا ۽ سربستو وال
3. مانجهيءَ جي پيارن کان موڪلائڻي
4. مانجهيءَ جو ڪيڏاري ۾ ڪلي ڪڏڻ
5. مانجهيءَ جو قد ڪاٺ
6. مانجهيءَ پاران دشمن کي هڪل
7. مانجهيءَ جو سورهيائي سان راڙو ۽ رڻ ڪرڻ
8. مانجهيءَ جو ڪسجي وڃڻ
9. مانجهيءَ لاءِ وارثن جا پار
10. مانجهيءَ جي شهادت جي برڪت سان مرثيا نگار جي پاڻ سميت سيني سوگوارن لاءِ دعا ۽ پڇاڻي."...(1.)

روح انيس جي ص نمبر 14 سيد مسعود حسن رضويءَ لکي ٿو تہ "مرثيہ گوئي هڪ ڏکيو فن آهي، مرثيو لکڻ جا بہ ڪجهہ خاص اصول آهن، جن جي پٺاندڙ ۾ مرثيو لکيو ويندو آهي.

(الف) ممدوح جنهن جي تعريف ۾ مرثيو چيو وڃي، ان جي عظمت ۽ شان شوڪت

جو ذڪر ڪيو وڃي، انهيءَ لاءِ تہ ان مان عبرت جو سبق حاصل ٿئي، تہ اهڙيءَ هستيءَ وارو ماڻهون پنهنجو وارو وڃائي ويو.

(ب) ممدوح جي ايثار ۽ قرباني جي تعريف ڪئي وڃي ۽ سندس شهادت مرڻ سبب ملڪ ۾ ڏک ۽ ماتم ڇانئجي ويو هجي، ان جو ذڪر ڪجي.

(ج) ممدوح ڪي مخاطب تي مرثيي ۾ اهڙا خيال پيدا ڪيا وڃن، هي ثابت ٿئي تہ مرثيي چوندڙ ڪي ممدوح جي شهادت يا مرڻ جي ئي ڪانهي ۽ هو اجا سوڌو هن ڪي مخاطب تي ائين ڳالهائي رهيو آهي، جيئن جيئري سان ڳالهائيندو هو. "

"مرثيي ۾ ٻين شعري صنفن جون سموريون خوبيون هونديون آهن؛(هي هڪ مرڪب صنفآ هي، جنهن ۾ قصيدي وانگر مختلف انسانن ۽ شين جي واکاڻ ڪئي ويندي آهي.مثنويءَ وانگر واقعا بيان ڪيا ويندا آهن."(2)

## سنڌي مرثيي جي تاريخ

مرثيي جي قديم دور تي نظر وجهجي تہ خبر پوندي، تہ ڪلهوڙا دور جي ڪلاسيڪل ۽ مذهبي شاعرن، شاه لطيف رح، ميان عبدالروف ڀٽي ۽ مخدوم ابوالحسن جي شعرن ۾ ڪربلا جي قضيي بابت شعر ملن ٿا. شاه لطيف رح جو سر "ڪيڏارو" ان جو بهترين نمونو آهي.

سنڌي عروضي شاعري جي حوالي سان ڏسجي تہ سنڌي ٻولي ۾ مرثيي جو باني سيد ثابت علي شاه کي سڏيو ويوآهي.

## سنڌي مرثيي جي اوسر

مرثيو اصل ۾ عربي شاعري جي صنف آهي، عربستان کان بعد مرثيي پهرين ايران ۽ پوءِ هندوستان ۾ پير پاتو. ايران جو ناميارو شاعر مقبل اصفهاني، جيڪو پوءِ ٺٽي ۾ آيو، تنهن سنڌ ۾ فارسي مرثيي کي وڏي اوج تي رسايو.(3)

سنڌ ۾ مرثيا نويسي/ گوئي ڪڏهن شروع ٿي، اهو معاملو اجا تحقيق طلب آهي سنڌي مرثيي بابت مرزا عباس علي لکي ٿو؛

"سنڌي مرثيي جي ابتدا تڏهن ٿي، جڏهن سنڌي شاعري وجود ۾ آئي. سنڌي مرثيي جي ابتدا بہ بيتن ۽ ڏوهيڙن سان ٿي. جنهن جو مثال شاه عبداللطيفؒ جو سر ڪيڏارو آهي، جنهن جي پڙهڻ سان درد ۽ غم جي ڪيفيت طاري ٿئي ٿي. . . . . ليڪن علم عروض جي حدن اندر عربي بحرن تي، جنهن مرثيي جي ابتدا ڪئي اهو سهرو سيد ثابت علي شاه جي سر تي ئي سنهي ٿو، سيد ثابت علي شاه پهنجي "زيارت نامي" ۾ هڪ هنڌ فرمائي ٿو؛

مرثيو سنڌي اڳي هو ڪونہ اصلي سنڌ ۾،

جي ڪو هو تان پڻ نہ هو مشهور هن پرڪجا.

-

# سنڌي مرثيي جا جزا، قسم

**1. چهرو يا مکڙو:**

هي مرثيي جي تمهيد آهي جنهن ۾ گهڻو ڪري قدرت جو نظارو، حمد، ۽ نعت، منقبت ۽ مناجات يا پنهنجي شاعريءَ جي ساراه بيان ڪئي ويجي ٿي.

**2. ماجرا:**

مکڙي کان پوءِ ڪجهہ شعر آندا ويندا آهن جيڪي ٻڌندڙ توڙي پڙهندڙ جي ذهن کي مرثيي جي موضوع ۽ مطلب ڏانهن ڌيان ڇڪائيندا آهن. جئين قصيدي ۾ گريز جي صورت ٿيندي آهي، بلڪل ائين" ماجرا " بہ مرثيي جو گريز آهي.

**3. سراپا:**

مرثيي جي مکيہ شخصيت جي ڏيل، قد ۽ ڪاٺ توڙي ٻين خوبين جو ذڪر اچي وجي ٿو.

**4. رخصت يا موڪلاڻي:**

مرثيي جي مکيہ شخصيت جنگ جي ميدان ۾ لهڻ لاءِ پنهنجن بزرگن يا عزيزن کان اجازت گهرندا آهن.

**5. آمد:**

مرثيي جي مکيہ شخصيت، جڏهن جنگ جي ميدان لهندي آهي ان وقت ان جي شان و شوڪت، ڏيک ۽ هن جي بي نيازيءَ، بيدپائيءَ ۽ بهادري جو بيان مرثيي جي هن جزي ۾ اچي وجي ٿو.

**6. رجز:**

هن ۾ جنگي ميدان ۾ لهڻ وارو شخص، پنهنجو حسب نسب بيان ڪري، پوءِ پنهنجي بزرگن جي جنگي ڪارنامن ۽ جنگ جي فن ۾ پنهنجي وڏن توڙي پنهنجي جنگي مهارت جو بيان ڪري دشمن کي مرعوب ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

**7. جنگ يا ويڙهہ:**

هن ۾ مرثيي جي مکيہ شخصيت يا جنگي جوڌي جي بهادري، همت، جنگي ڪرتب، هٿيارن يا سواري وغيره جو بيان اچي وڃي ٿو.

8. **شهادت:**

هن ۾ مرثيي جي جنگي جوڌي جي شهيد ٿيڻ جو بيان اچي ٿو.

9. **بين ڪرڻ يا پار ڪڍڻ:**

هن ۾ جنگي جوڌي جي شهادت تي، هن جا مٽ مائٽ ۽ ٻيا لاڳاپيل ماتم ڪري پار ڪڍي ڏک جو اظهار ڪندا آهن

سنڌي مرثيي جي آخر ۾ مرثيہ نگار منهنجي مغفرت لاءِ دعا گهرندو آهي اهو بہ چڱ مرثيي جو هڪ آخري جزو هجي. .(4)

# زاري

"اهو لفظ فارسي لفظ"زاديدن" مان نڪتل پائنجي ٿو، جنهن جي معني آهيروئڻ يا درد مان دانهون ڪرڻ. ازانسواءِ "فرهنگ آنند راج" ۾ زاري لفظ جي معني ڏنل آهي: گريہ، نالہ، اندوه، غم الحاج يعني منت سماجت ونيز بہ معني دعائيہ آمده است. "ممڪن آهي تہ سنڌيءَ ۾ زاري نيزاري ڪرڻ، زار زار روئڻ ۽ ٻيا اهڙا اصطلاح منجهائس نڪتا هجن. . . . .(5)

"زاري" پڻ سنڌي شعري روايت ۾ هڪ اهم ۽ قديم گهاڙيٽو آهي. شعري گهاڙيٽي جي لحاظ کان زاري وائي يا ڪافيءَ جي قالب ۾ چئي وڃي ٿي.

جيئن تہ "زاري" هيئت ۾ "وائي" يا "ڪافي" آهي. انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو تہ "زاري" تڏهن کان رائج ٿي جڏهن کان "وائي" وجود ۾ آئي.

سنڌ ۾ "زاري" جو قديم ترين نمونو حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ جي رسالي ۾ سنڌن ڇيل سر ڪيڏاري ۾ ملي ٿو.

**حوالہ:**

1. تحقيق ۽ ترتيب: نوشاد علي جعفري، تون درد ٻڌاءِ مان دانهن ڪريان، موج وحدت پبليڪيشن روهڙي، ص12 ۽ 13.
2. مشتاق گبول، شاعري جون صنفون، روشني پبليڪيشن، ص.222
3. عبدالقيوم صائب، سيد ثابت علي شاهہ شخصيت ۽ شاعري، محفل شاهہ نجف

روشن جو پڙ، ٽنڊو ولي حيدرآباد سنڌ، ص.54
4. ايضاً، ص.55
5. تحقيق ۽ تصنيف: انجينئر سيد عبدالحسين موسوي، روهڙيءَ جون ساڍيون ٽي سورائتون صديون، موج وحدت پبليڪيشن روهڙي، سال 2013، ص385.

باب ٽيون

# سچل سرمست ۽ ان جا همعصر، مرثياگو شاعر

## سيد ثابت علي شاهه (سهيوگي)

### سوانح حيات

**ڄم:** سيد ثابت علي شاهه جو جد امجد جو نالو سيد عيسي ولد سيد مدار شاهه هو.

سيد ثابت علي شاهه جي ولادت 1153 ھ بمطابق 1740ع تي سيوهڻ شريف ۾ ٿي.

سيد ثابت علي شاهه جو گهراڻو هڪ اعليٰ علمي گهراڻو هو، سائين سيوهڻ ۾جنهن ماحول ۾نندپڻ گذاريو سو پيرن فقيرن ۽ اميرن توڙي سجاده نشينن جي سنجيدگيءَ ۾ مذهبي ماحول ۾ سائين حمد، نعت، منقبت ۽ مرثيي جا ڪتيرائي شعر ياد ڪيا. سيد ثابت علي شاهه جي ابتدائي مذهبي تعليم پنهنجي گهر ۾ ٿي، فارسي جي تعليم آخوند الياس محمد صوفي کان حاصل ڪئي.

سيد ثابت علي شاهه، سنڌي مرثيہ گو شاعرن جو سرواڻ، عالم فاضل ۽ بهترين شاعر ٿي گذريو آهي.

"مرزا عباس عليءَ مطابق، سنڌي شاعريءَ ۾ انقلاب پيدا ڪندڙ ۽ موزون سنڌي شاعريءَ جو موجد سيد ثابت علي شاهه هو. "

سيد ثابت علي شاهه 27 جمادي الثاني سن 1225ھ 1810ع ۾ وفات ڪئي، سائين جي آخري آرام گاهه بہ سندس اباڻي شهر سيوهڻ شريف ۾ آهي."(1)

### رثائي ڪلام

سيد ثابت علي شاهه جو ڪليات مرثين، مسدسن، مخمس، نوحا، زيارت نامو، ظفرنامو، قصيدن، سلامن، مناجاتن، نعتن ۽ منقبتن سان مالامال آهي.

سائين جو سمورو ڪلام سنڌي، اردو، ۽ فارسي زبانن ۾ آهي.

سنڌ ۾ سڀ کان پهرين سيد ثابت علي شاهه جو سمورو ڪلام مڪمل سوانح حيات سان گڏ سنڌ جي محقق ۽ اديب ميرزا عباس علي بيگ مرتب ڪيو، جيڪو 1984ع ۾ سنڌ اسلامڪ اسٽڊي ڪراچيءَ سينٽر طرفان شائع ٿيو.

سيد ثابت علي شاهه جو ڪلام 2008ع ۾ "رڻ گجيو راڙو ٿيو" جيڪو مرزا نجم الحسن ترتيب ڏنو ڪتاب ڇپيل آهي.

## سيد ثابت علي شاهہ جو سنڌي ڪلام (مرثيو)

سيد ثابت علي شاهہ الله جو نالو ونئي جيڪو پهريون مرثيو چيو سو هي آهي:

### ”اي خدا جا لاڏلا سردار سرور يا حسينؑ“

هيءُ مرثيو مربع جي صورت ۾ آهي، جنهن ۾ امام حسين عہ جي ننڍپڻ جي واقعن، فضائل اهلبيت ۽ مصائب ڪربلا جو ذڪر، ترتيبوار ۽ مفصل طرح سان ڪيو ويو آهي ۽ شهادت سيدالشهدا امام حسين جو ذڪر نهايت پر اثر نموني ۾ ڪيل آهي. سيد ثابت شاهہ هن سنڌي مرثيي ۾ ڪجهہ فارسي بند بہ نهايت خوش اسلوبيءَ سان ڪم آندا آهن.

(1)

اي خدا جا لاڏلا، سردار، سرور، ياحسينؑ
مصطفيٰ جا سَاهہ نيڻن ٺار دلبر ياحسينؑ
مرتضيٰ سهنجونپايئي، جيءَ برابر، ياحسينؑ
ظالمن ناحق رنجايئي، واءِ ٻر ٻر ياحسينؑ

(2)

تُنهنجو نانو مُصطفيّ سردار جملہ مُرسلن
مُرتضي پيءُ تنهنجو شيرِ حق امام انس و جن
قدر تنهنجو ڪربلا ۾ ڪين ڄاتو ڪافرن
وَئي مڙي چوڌار قهري ڪار لشڪر ياحسينؑ

(3)

هڪڙي ڏينهن توکي نبي پنهنجي ڪلهي تي چاڙهيو
مَنجهہ مديني ٿي گهميو تو شاهہ ڪئون دِلشاد ٿيو
جابر انصاري ڏسي هن حال ۾ توکي چيو
وَه ڀلي گهوڙي چڙهين اي نيڪ نينگر ياحسينؑ

(4)

منهن ڪري تنهن ڏي نبي فرمايو جابر نهار
آئون ڀلو گهوڙو آهيان هي ڀلو آهي سوار
هي پرين آهي گهڻو پيارو اڳيئون پروردگار
هي شرف تنهنجا اول ڪئون تا بہ آخر ياحسينؑ

(5)

ترڪ دنيا راس ڪُل عبادت اختيار ڪيو
فقر ۽ فاقو مڙيوئي پاڻ تي هموار ڪيو
تي مجاور مصطفي جو دين تي اظهار ڪيو
تي گذاريو گوشئہ خلوت ۾ يڪسر ياحسينؑ

(6)

دشمنن جي دور ۾ تت پيي رهڻ دشوار ٿيو
ظالمن جي ظلم ڪئون وطنئون لڏڻ لاچار ٿيو
طرف مڪي جي مسافر تي هاڻ اختيار ٿيو
رت رنو توڪي ڏسي ملڪن مسافر ياحسينؑ

(7)

تنهنجي وڇڙڻ ڪئون مديني ۾ قيامت ٿي قيام
روڄ پيو گهر گهر ۾ غمگين ٿيا مڙئي خاص و عام
جڏ اچي روضي ۾ ناني جي ڏنوءِ روئندي سلام
مصطفي چو آءُ دل جا دوست دلبر ياحسينؑ

(8)

اي جگر جاني خدا جا لاڏلا پيارا پسر
وير ڪئون ويرن جي ويچارا مسافر خون جگر
دشمنن جي دور ۾ تون سر لڪايو هي سفر
مڙس ٿي هن محنتن ۾ رهج صابر ياحسينؑ

(9)

نور نيڻن نار ناني تي نپايئي ناز سين
رات ڏينهن تنهجون رضائون تي رکئين سڀ زار سين
ظالمن جي ظلم ڪئون سنيرين سفر جي ساز سين
الوداع هيءِ هي ۽ نبي جا پٽ مسافر ياحسينؑ

(10)

موڪلائي مڙني ڪئون مانجهي مسافر تي هليو
مير مڪي مئون مديني ڪئون مهاجر تي هليو
تي رضا تي راضي ڪعبي جو مجاور تي هليو
خلق خوش تي چوڪ آءُ سردار سرور ياحسينؑ

(11)

ڪوفين ڪوڙا نياپا پئي بہ پئي توڏي مڪا
ڪُ اي امام المسلمين ڏهتا نبي جا هيڏي آ

تنهنجي قدمن جي اسان کي آرزو آهي سدا
تون امير آهين اسين سڀ تنهنجو لشڪر ياحسينؑ

(12)

قاصدن جو قاصدن تي هو مڙئي رستو لڳو
پئي ٻہ پئي نامن تي نامن جو اچي انبوہ ٿيو
توکي جو رتبو شهادت جو ازل کئون هو لکيو
هي جفائون هي بلائون ٿيون مقدر ياحسينؑ

(13)

ٿي رضا تي راضي ۽ سيد سفر جو ساز کيو
هي دغابازن جي دعوت جو مڃڻ لاچار ٿيو
اهل ۽ اطفال سڀ هادي ڪري همراه هليو
اڳ ۾ عزرائيل ٿيو سونهون مقرر ياحسينؑ

(14)

قافلا سالار امت قافلو ڪاهي هليو
هن طرف ڪوفن ۽ شامن جي ڪٽڪ ۾ميڙ ٿيو
موت ۽ تقدير هيءَ حالت ڏسي هڪ ٻي کي چو
هئي ڪنهن تا ڪوني ڪعبي جو ڪبوتر ياحسينؑ

(15)

شاهہ باز آشيان جسم و جان مصطفي
مرغ دست آموز حيدر گوهر خيرالنسا
بلبل دستان باغ انبيا و اولياءَ
ظلم جي ڦاهيءَ ۾ ڦاٿو واءِ ٻر ٻر ياحسينؑ

(16)

هئي هليا ڪونيا ولهن جي واعدن تي ور ڪري
هو سيئي سنبريا مير تي لشڪر ڪري
هي هليا هنجي هدايت ڪاڻ ڏک برسر ڪري
هو اٿيا هنجي عداوت ڪاڻ يڪسر ياحسينؑ

(17)

منزلن تي منزلون ڪاهياون ٿي تا از قضا
ٿيو گذارو قافلي جو برزمين ڪربلا
شاهہ جو گهوڙي جو اٽڪيو پير پٽ ۾ هئي بلا
شور پيو ارض وسما ۾ مثل محشر ياحسينؑ

(18)

شاهه چو هن پٽ جو ڇاهي نانءُ اي يارو چئو
عرض ڪيو يارن ڪ آهي ڪربلا نانءُ هن سندو
شاهه جڏهن ڪربلا جو ناءُ يارن ڪئون ٻڌو
پيو لهي گهوڙي تئون چئين الله اڪبر ياحسينؑ

(19)

اوٺيو جهوڪيو انن ڪي ساٿيو سنڀري وهو
هن اسان جي قافلہ جو پير هن پٽ ۾ پيو
جنهن ۾ سر وڃبا ۽ سڀ اسباب لٽبا جوبجو
پيءُ پٽن جا مرنداءِ پائن جا برادر ياحسينؑ

(20)

هاءِ هن پٽ ۾ رفيقو رت اسان جا هاربا
مير ٿي مظلوم هن موذن هٿئون هت ماربا
واءِ سر وڍبا ۽ گهر لٽبا ۽ تنبو ٻاربا
ٻار ٻاڪاري ڪندا هت خاڪ برسر ياحسينؑ

(21)

مصطفي جي باغ جا وڻ هت وڍيندا هي وڍيل
مرتضي جا من موهن سڀ ڪوني ڪهندا هي ڪٺل
طفل پاڻيءَ ڪي سڪائي تير هڻندا هي تڙيل
هي ڪندا قتلعام هت اولاد حيدر ياحسينؑ

(22)

مسلم مظلوم جا معصوم هت مرندا تمام
جعفرطيار جي پيارن جا هت ٿيندا مقام
ڪور ڪوفي هت ڪندا هن قافلہ تي قتلعام
شوم شامي هت ڪندا سردار بي سر ياحسينؑ

(23)

بار بڪشائيداڪ اينجا خون ما خواهند ريخت
آبروئي ما بہ خاڪ ڪربلا خواهند ريخت
هر گل ڪز باغ دين است از جفا خواهند ريخت
از تگرگ تير و برق تيغ و خنجر ياحسينؑ

(24)

پيو لهي گهوڙي تئون سرور الرضا بقضا ڪري

موت جو مهمان وينو خيمي کي برپا کري
کور کوفي شوم شامي سڀ اٿيا حملا کري
هي هليا موذي مڙي مارڻ مسافر ياحسينؑ

(25)

وير کي ويڙهيائون وچ ۾ جنگ تي ٿيا جائگير
سامهان ٿيا شير جي کوفي کنا شامي شرير
موت جا مارو وڳا جنگي نقارا ۽ نفير
ڪربلا ۾ ٿيو ڪسڻ جو ڪوس اکبر ياحسينؑ

(26)

يا ستم جا سيلهه ڄاڻن يا رنجاين جا جگر
يا جثا ڄاڻن شهيدن جا و يا تيغ و تبر
آئون نہ ڄاڻان ڪيئن چوان هن ماجرا جي سربسر
ناهي طاقت تا لکان هي حال يکسر ياحسينؑ

(27)

خابرو ٿيا موت جا خبرون رسائڻ شاهه کي
انما جي باغ جي نخل يريد الله کي
گلشن ايمان جي ريحان رسول الله کي
ڪائي نبي جا نور نيڻن نار دلبر ياحسينؑ

(28)

هنطرف قاسم ڪنو هن هنڌ علي اکبر ڪنو
هنطرف عباس موءِ هت عون ۽ جعفر ڪنو
هت ڪريا مسلم جا پٽ هت احمد ۽ اصغر ڪريو
سڀ لڏيا ساٿي اٿي تون پلي سفر ڪر ياحسينؑ

(29)

پائن پائتين پاٽجن سيني لڏيو اٿ تون بہ لڏ
سر وڍائي پاڻ کي پنهجن پيارن ساڻ گڏ
ڪربلا تي شهر خاموشان اڇي هت تون بہ اڏ
شهر ري سردار ڪونهي آءُ سرور ياحسينؑ

(30)

جڏ لنگهائي پنهجا وارا ٿيا سپيئي سرخرو
هيڪلو ٿيو شاهه حملو ڪيو ڪتن از چار سو
مينهن ۾ تيرن جي جڏ ٿيو شاهه زخمي مو بہ مو

ضعف تي پٽ تي ڪريو گهوڙي تئون سرور ياحسينؑ

(31)

هر طرف نگريست جز حق آشنائي را نديد
خويش را مي ديد تنها زار آه مي ڪشيد
تادم آخر شد و شمر بد اختر در رسيد
از پئي قتلش ڪشيده تيغ و خنجر ياحسينؑ

(32)

آخر ان مظلوم جو سر شمر ظالم ڪيو جدا
چاڙهي نيزي تي ڪيائون قوم جو قبلہ نما
سر شهيدن جا جڏهن نيزن مٿي چاڙهڻ لڳا
حشر ٿيو نيزي چڙهيو خورشيد انور ياحسينؑ

(33)

وار گرد آلوده زلفن جا ڪري لوهو ۾ لال
رت ڀريو منهن ڪيو مديني ڏي نبيءَ جي نونهال
يا رسول الله ڏس پنهجن پيارن جو حوال
ٿي لکيئي جن جي وصيت ڪاڻ دفتر ياحسينؑ

(34)

پاڪ پيشاني ڪ جنهن ڪي ٿي چميئي نت چاهہ سان
پرزه پرزه ٿي رهي تيرن تکن جي تاءَ سان
رت ڀريا چپ جي ڪڏهن چمندو نہ ڊائين ڊاءَ سان
ظالمن ڪيا ضايع وخستہ بہ خنجر ياحسينؑ

(35)

هي جثو جنهنکي ڍڪائي خلعتون ٿي خوب تر
سر لٿي لاشي کي نيئي ڪامل ڪفن ڏئي دفن ڪر
مينهن جا قطرا ڪ جنهن تي ڪين سهندو هئين مگر
تير باران تنهن تي ڪيو ڪوفي جي لشڪر ياحسينؑ

(36)

هي سهارو سرڪ سينو تنهجو جنهجي جاءِ هو
هٿ حمايت جو سندئي جنهن سر سدا ڦرندو رهيو
هاڻ خولي خر ٻچي جي نيزي سو جهلندو ڏسو
يا محمدﷺ ماڙ ڪر ٻي ڪانهي واهر ياحسينؑ

(37)

صبر کر "ثابت علي" هي واقعو آهي وڏو
مير جي مظلوم کي نيزي تي معراج ٿيو
هي ذبيح الله گر هن کافرن ڪوٺي ڪنو
ٿيندو سڀ امت جو شافع روز محشر ياحسين[۴]

(38)

راه مهوش رو ڪ بس باشندا ترا اين رهنون
هر ڪجا ذڪرش بود از ديده بڪشاجوئي خون
از دل بريان بگو انا اليہ الراجعون
تا دهد از دست خوشت جام ڪوثر ياحسين[۴]

(هي مرثيو "رڻ گجو راڙو ٿيو" ڪليات ثابت علي شاهہ "ڪربلائي" مرتب: مرزا نجم الحسن تان نقل ڪيو ويو آهي.)

## سيد ثابت علي شاهہ جو سمورو ڪلام گهڻو وسيع آهي

- مرثيا( 66)
- منقبت ( 117)
- جنگناما (08)

## فارسيءَ ۾ "هجويہ نظم" ۽ ٽي مذهبي مباحثي جا منظوم ڪتاب لکيا

- ردالخوارجت
- شهاب ثقات
- ردالمواث
- زيارت نامو

سنڌي هجويہ ڪلام (جنهن کي "چٽنگ" ڪري سڏيندا آهن)
هن ۾ سيوهڻ جي پڙهيلن جي هجو (ٺوڪبازيءَ وارو شعر) ڪئي اٿس.
سيد ثابت علي شاهہ مرثين ۾ لسي ۽ دلچسپ سنڌي ٻولي استعمال ڪئي آهي.

## 2 بيدل (فقير قادر بخش بيدل)

## سوانح حيات

فقير قادر بخش بيدل عرف ”بيدل فقير“ 1231ھ بمطابق 1815ع ۾ روھڙيءَ ۾ فقير محمد حسن قريشي جي گھر ۾ جنم ورتو.

فقير بيدل 16 ذوالقعد 1289ھ بمطابق 15 جنوري 1873 ع ۾ وفات ڪئي، سندس مزار روھڙيءَ ۾ آھي، ھر سال ميلو ۽ عرس منعقد ڪيو ويندو اھي ۽ ان موقعي تي ادبي ڪانفرنس جو بہ اھتمام ڪيو ويندو آھي.

### رثائي ڪلام

**ٿلھ:**

ڪربلا ۾ شاھ جڏھن مھمان ٿيو
درد غم جو اتي وڏو گھمسان ٿيو

(1)

ڪربلا ۾ آيو جڏھن ابن رسول
جانشين مولا جگر گوشہ بتول
ورھ جي واديءَ ۾ ڪيو نرمل نزول
سوز سورن جو سڀو سامان ٿيو

(2)

وير سان اچي وري ٿيا سامھان
ڪافرن ڪاھيو نبيءَ تي ناگھان
قربدارن سان وڏا ٿيا امتحان
ڪاملن تي قتل جو فرمان ٿيو

(3)

شاھ مائٽن ۽ يارن کي چيو
سالڪو سر ڏيڻ لاءِ سنيري ويھو
ھي اسان سان عھد منجھ ميثاق ھو
شوق وارن جو شھادت شان ٿيو

(4)

سيني اڳتون عرض ڪيو روحي فداڪ
نيھن جو نعرو ھنيو ان نور پاڪ
رت سان ٿيو رنگين فورن فرش خاڪ

عارفن سر برھ جو باران ٿيو

(5)

برھ جي برسات سائئن در جهلي
سر واڍائي سر خرو ٿيا ھت ھلي
مقبلن منصب لڌو قربئون کلي
ان مٿام عشقون عطا احسان ٿيو

(6)

ڪيو سونهارن سير في الله نيزي سر
واء اھو واقعو ٻڌي خون ٿيو جگر
ھاء ڪيا فردوس ۾ حورن حشر
ملڪ ۽ ملڪوت ۾ طوفان ٿيو

(7)

يا امام العارفين نيهئون نهار
شاه! بيدل کي بره بهرو ڏيار
سوز سڪ جي سيدا سرڪي پيار
درد تنهنجو دل سندو درمان ٿيو.

(هي ”ديوانِ بيدل“ تان کنيل آهي جيڪو اختر درگاهي صاحب جو مرتب ٿيل آهي)

”بيدل جي ڪلام تي ”مجاز“ جو رنگ چاڙهيل آهي، بيدل سائين تصنيف ۽ تاليف جو وڏو ڪم ڪيو آهي، نظم ۽ نثر جا 30 ڪتاب تصنيف ڪيا جيڪي سنڌي، اردو، فارسي، سرائيڪي ۽ عربي زبانن ۾ آهن.“(2)

# 3 محمد يوسف (نانڪ يوسف)

## سوانح حيات

فقير محمد يوسف عرف نانڪ يوسف ولد مولوي محمد هاشم ڪوڪر اصل شهر جهل جي پرسان هڪ ننڍي ڳوٺ ڪنڊي ڪوڪر(بلوچستان) ۾ رهندو هو. پاڻ ٻه ذات جا ڪوڪر هئا. محمد يوسف 1208ھ بمطابق 1792ع ۾ ڄائو.

فقير نانڪ يوسف، سچل سرمست جي اهم خليفن مان هو. سندس ڪلام سچل سائين جي ڪلام جو آئينو آهي.

نانڪ يوسف جي وفات 09 جمادالاول 1269ھ بمطابق 1853ع ۾ ٿي. سندس مزار درگاه تعلقي گنبٽ جي ڳوٺ اڳرا، ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع آهي. 08 جمادالثاني تي هر سال

عرس ملهايو ويندو آهي.

رثائي ڪلام ادبي نيپاج لاءِ سچل سرمست جو رندي ۽ بي باڪ شاعراڻو مڪتبہ فڪر ڪافي آهي. فقير نانڪ يوسف جو ڪلام سنڌي سرائيڪي ۽ هندي ۾ آهي.

# رثائي ڪلام

## مرثيو

آغاز مرثيہ حضرت امام حسين ع (تصنيف نانڪ يوسف)

اُمت ڪي سردار والي جهانڪي
غم ڪا درد هاءِ هي هي ڪهانڪي
خدائي مين جلجل جبل چل روانڪي
اندوه مين مومنون دل پوڪاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪا هاءِ ري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

تولد بهئي جب تو سردار ميري
پيغمبر رڪيئي لب لبون پر جو تيري
مبارڪ خوش خلق حوران مين سيهري
بهاري هوئي فلڪ ملڪون مين ساري
ماتم دوجڳ مين شهيد ونڪا هاءِ ري
حضرت امامِ پغمبر ڪي پياري

پلڪ تس وحي لئي ڪي پيغام آيا
خاوند ڪي طرفون نبي سين سڻايا
ذرو تهان سيتي تم ايسا پيار پايا
اسي پل مين مرسل هنجون هاءِ هاري
ماتم دوجڳ مين شهيد ونڪا هاري
حضرت امامين پغيمبر ڪي پياري

شمشير ايڪ دن اپرستر پاڪون

ويري وهاسن حکم حق ميٿا قون
خونريزن رڻ مين هوسي هي هلا کون
جبرئيل دکهه مين پڙا کهہُ سناري
ماتم دوجڳ مين شهيد ونکا هاري
حضرت امامين پغيمبر کي پياري

ايک دن مديني مون چليئي سيلاني
کردوبرادريکي نورجا ني
درختون کي سائي مين هوئي آرامين
ملک چنوري ڊهارڻ مغرب پهاري
ماتم دوجڳ مين شهيد ونکا هاري
حضرت امامين پغيمبر کي پياري

ايک دن محمد موندهي پر چڙها يا
هردو امامون سين بازو کهلا يا
خذمت مين جبرئيل تها جيوين دايا
کوچي ڳلي مشک عطر هار هاري
ماتم دوجڳ مين شهيد ونکا هاري
حضرت امامين پغيمبر کي پياري

انکي اپر راز رب رحما ني
صدقي خلق ملک هردو جهاني
پئيزار پاکون کي نهين عور (اور) ثاني
قربان صدبار دل زار زاري
ماتم دوجڳ مين شهيد ونکا هاري
حضرت امامين پغيمبر کي پياري
ماتم دوجڳ مين شهيد ونکا هاري

اصل تهي خرابي مين ملان مروان منکر
عمر سعد بن آل شيطان منکر
لعنت کهو هر يزيدان منکر
مردو دموڻ هي منافق منہ کاري

ماتم دوجڳ مين شهيد ونکا هاري
حضرت امامين پغيمبر کي پياري

ابن ماويہ طوق لعنت کا پا يا
شمرسميا خوم گڏجي کا جا يا
دمدم تنها نون مارو ٿو تحڙا يا
حاوي مين جلتي هميشہ هچاري
ماتم دوجڳ مين شهيد ونکا هاري
حضرت امامين پغيمبر کي پياري

اصلون منافق تها مروان وليدي
لهکون لاکهہ لعنت اپرسر يزيدي
کوفي کفر شوم شامي ووگهيدي
هوس خرابي مين اونده اندهاري
ماتم دوجڳ مين شهيد ونکا هاري
حضرت امامين پغيمبر کي پياري

آدم کفارو ني کوڙا بچا يا
آءُ کراما مين سون اس بلايا
چلو قول ساچا کرو تم بجايا
وگرنہ کفارونکي گهر مين خواري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

اٿها کر کي هونگار ملکار راجا
کينا فلک چؤ کونڏئين عشقي کا باجا
جذب جوش جولان مون شير گاجا
پڙي تهر رتهلي مومنون دل بيچاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري
پنجاه مومن قدم سين يگاني
غازي پهلوان يک نور يعني

شملي شهادت انون سر شهاني
جناب عالي علي کي نظاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

چلئي کرکي هئي هئي جو حملا شتابي
پکڙ کي وو شمشيريان تيز تالي
کفر قوم سين کل پڙي آءُ خرابي
ويران حولئي چلي شرمساري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

راوت گهٽي رڻ مين تلوار کي جي
دروهي نبي نور سردار کي جي
فرزند حيدر و کرار کي جي
هئي هئي بجولان جنگ کيي جونخاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

ابن ماويہ يون کهي بي وقوفي
شامي حرامي ملاحي ٺئي کوفي
پکڙا مر ميرا تمين مرد صوفي
اٿي جابري مون جبرسين مون ري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

پيغمبر کي حاضر حضوري سد هاٽين
چائوٺ اُوپر کي کڙي جو نماٽين
کرون کي جائون کس طرف حال جاٽين
رو رو پو کارن سونهاري سچاري
ماتم دو جڳ مين شهيد و نکاهاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

آواز آيا نبي مصطفیٰ کا
راضي رضا مين رهو رب رضا کا
عجب لاؤبالي هي فرمان خدا کا
روئني کي هاءِ هيرا هيرا مناري
ماتم دو جڳ مين شهيد و نکا هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

افسوس پاکو نکا دهرتي فالک مين
حورو پري جن انسان ملک مين
هرهاسات برسنو کل خلق مين
گردان بهي سيج چاندن ستاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

رند وه مين مومنون تم سدائي
دم دم رهو رات ڏيهان پجائي
هارو غم الم مين نينون نير پائي
کيسا کيس هويا انهون سايہ داري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

تيري بي نيازي کي هئي هئي کي گمنان
فرياد هئي هئي کي زاري مين زهنان
روتي پسون پکہ بر مين هر حنان
پاکون کي دکہ مين وو دردي بيچاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

عرض مير مرسل سنو لڳ خدايا
کئي دست اپني تو نانا نپايا
مهر باجهہ شفقت تمار اسا يا
ابي کيون چهڻ و هاءِ هئي هئي بيچاري

ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

دو جڳ ڪي هو ولي فتحيات پيارري
جو مختار سردار تم هو سو جاري
ڪاٽو سر ڪفارون ڪي ڪوپر ڪپاري
شافع امت ڪي تمين من اجاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

ڪلمي گو ڪافر جنانق ملاقي
يزيدي تولد زنا ڪي حرامي
خرابي ۾ خارج پڙي فتر خامي
لعنت اٿون پر ڪهو بار ياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

الهام فهر بهي پيغمبر مون هويا
حضرت اميران امامين سو يا
مومن پڙي و ڪبہ مين رو رونجويا
درد مين دلاور حويلي هاءِ هاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

ايلاج نهين رب ڪي تقدير ڪاجي
ڇڏو خيال تقررار تدبير ڪاجي
سيہ رو هميشہ وو شرير ڪاجي
پتر جو سر ڪفارون ڪرو تم سواري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

خواهش خدا ڪي ٻئي فرمان آيا
شهادت قتل ڪا رضا رب آيا

کرو سر جفا جوڙ منظور آيا
ميري نور عين امامين اپاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

کرو کربلا جاگي جنگ کي تياري
چڙهو سر کفارون کرو جبر واري
فتح دو جهان مين تماري جي ساري
کٽنگ کافرون کي اوپر مار ماري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

روئين لگي پاڪ عارف سونهاري
پائي جبل آسمان دوند کاري
پڙا جبر جلا شور هرمين چودهاري
ملڪ مين مديني پيادز دساري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

اجاز اليا پاکون السلام عليکم
ولاٽين نبي نور کهيا وا عليکم
سلام امامين لک لاکيہ پر تم
الله کي امالت سلامت سپاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

مرسل سين کهيا امامين رو تين
وچوڙا هوا هئي بڙا جيوکا هونين
سفر هيل سلامت چڙهو جنگ جهونين
درد سين کهيا يون قراري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

مناري مين مرسل پڙيئي ڪنبي هئي
خلق ملڪ آتش لڳي لنبي هئي
چڙيئي سر ڪفارون قهر ومني هئي
مروان بي ايمان ڪافر چڪاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

ڪرڪي چلئي حال حالو توار ان
نماز ۾ طرف ڪربلا ڪرهو نگاران
فرياد بن پن مين ڪرتي پوڪاران
روتي جبل نين بادل بيچاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

آيا آئي يزيدي تو گبدي اصل ڪي
مروان مردود سوري شڪل ڪي
خارج بر افض ڪوڙي ڪم عقل ڪي
لعنت ڪفر پر گهو بار باري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

داخل مڪي مين تهئي منزل اتها ڪي
قدمين پڙي ڪل تلي خلق آءِ ڪي
ڪردي خوشامد وڌ ڪوڙي خدا ڪي
چلڻ وقت سنک نا چليئي شرمساري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

منافق لڪي ڪي رهي خلق ڪوڙي
صدحيف ان پر مارو ڈهوڙ ٻهونڙي
اسي پل امامين سنگت سنبوڙي
روان ڪافلا ڪربلا تها جباري

ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

کوڙي کوفين کيتي رهبر والي
امامين آوؤ ميري پاس يعني
صدقي کرون سيس تم پر بحاني
دغلي دغلباز کوفي کفاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

قاصي پياري رسيئي ره سين راهي
کرون کل خرچ کي همت هرام هي
ايرل تو مومن چڙهو شاه شاهي
کهيا کوفيان يون دغاسين دو ياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

دغابازي دگري دويئي مين دولايي
جهنم مين جا ان هميشه اعذا بي
هکي باب تن مين بڙي هي خرابي
کوفي لايو في روسيہ ختر واري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

عرض بو مسلم کها شہ بجائي
کرو جا هدايت انون سين صفائي
چڙهيئي لئي کي رخصت کوفي سر جداهي
شهر کوفيون مين رسئي سر سواري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

عمر بهي چڙهيا کوفي صرف کوڙا
قتل کرڻ خاطر اميرون کي موڙا

اقار جون کي پهلي پاڙ پوڙا
کوفي سين رسي جا کفاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

پوتري پيغمبر سين منکر تهي جيي
جيلي وزد داور کي دوزخ مين سئي
سيہ رو دو جڳ مين وو هوس سپيئي
مردواني مردود کل بي و قاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

افغان بي ايمان تولد وليدي
خرو فرز ادي يئي آکيہ يزيدي
نخم کي حرامي گڏھ پوت گيدين
هاوي مين هوسن ملا مين مکاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

پکڙ دست شہ بومسلم سين ديا
قتل کا امر کفر ناري ني کيتا
قهر خارجون سر خدا کا تو پيا
کوڙ مرکب نهوتي لباسي سماري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

طاقت چڱي نوکران کي بجا کر
اپر شاھ حملي کرڻ کي کجا کر
بي همت بهئي لا کھ الکي جو چاکر
شرمسار هوئي وو شيطان شراري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

قاتل تها شهه پوءِ مسلم كا حارث
حديثا هويا مونون سين تو حادث
نبي بن يتيمون كا نا كوئي وارث
خدائي مين هئي هئي درد كي پوكاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

تها نازل قهر ناريون پر خدا كا
قهريلي دين محمد سون جئي هاءِ هاكا
بچي ٻال ان پر غضب حق بجا كا
لعنت انهون پر جهانگي چماري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

شهادت رسيا بو مسلم
رب كي رضا مين فتحياب پايا
كڙهتا درد مومنون دل خدايا
مٿون خارجون كيس هويا بيماري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

امير المسلمين چڙهو دير ناهين
شامين كوفيان سر لگا بهرک بهامين
تيري كافلي كون پيغمبر پناهين
چلو كربلا مين هي ياور كي ياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

پئي سن كي حكاي درد مين پري گل
امرمين تو ايثار عاشق كڙي كل
توكل كمر ٻاند حق كي چڙهيئي كل
چلي كربلا پاس سيد سونهاري

ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

اچانڪ گھٽا پير گھوڙي کا اوهان
پويا يار يارون سين منہ رکہ کھوهان
بٽاڏو خبر دشت اس کي کو ساهان
مگر ڪربلا هئي ندا کي سنواري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

فرمان سرور نبي کها شا
قتل ڪربلا مين هويا سنا تها
هئي دشت اهي اجل کا بجا تها
کا وو کجاوي قراري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

اسي دشت مين هئي شهيد و شهادت
سو خان آڳ مين عزرائيل آئي جماعت
کاري هئي درد کان بيان دل خايت
اجل هئي شڪاري سنو دوستداري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

رهئي رڻ کچاوي توکل الله کي
فرزند اولاد علي شائشہ کي
مبارڪ اميرون سين جنگ کي فتح کي
آواز هفت و زمين طبق تاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

جبي دن هوا تب ويکائي مين آيا
لشڪر اچانڪ چو طرفان قهر آيا

تلواريان تيز تاتا بتا يا
پڙ پهلوان ڪڙي نر نياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

گردا گرد و پڙهه ڪي شوم شامي
مروان يزيدي ڪوفي گلي حرامي
بهڙچيان وونيڙي چؤطرفون تيرامي
امامين سون ان سموهين سوڏ هاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

لڳي ساز مارو ڪهن جنگ جنگان
عجب جنگ جهوٽي تورڻ مين ننگان
پهلوان پيلان ڪرن پڙ پلنگان
ويکهو بجليان ڪي جهلڪ جهلڪاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

انڪاس دهرتي فلڪ رو منايا
فرش عرش ڪرسي منار اڪنيا
درد تها زهر زهر جل تهل دهپايا
ماتم ڪي هئي هئي سنو پئي ڪيداري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

نوبت نفاري مارو موت با جن
دهاني دهان دف و ماميين سوين شرساجن
رڻ سنگ بهڪن بهيرين ابهه گا جن
هويا آسمان گرد اوندهِ غباري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر ڪي پياري

فوجان كر چؤ فهيرون آئي چڙهه كي فاسق
بي ايمان بيدين مرو ان منافق
كري قوم مروان خراب خالق
جت الشرامين هوئي طرق غاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

وحي لئي كي فرمان رب كا جو آيا
امامين سون با ادب كهه سنايا
كرو جنگ جاري حضوري پئي رايا
نصر من الله فتح بشاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

هئي هئي كئي بولون درد كان بيانان
دل سوز شپ روز و كبہ كا كهانان
اكئين آب بيتاب نس دن روا نان
نين نور حسين عارف او جاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

كٽڪ قوم كفار كافر چڙها يا
چلئي شہ كي اولاد اوپر بنايا
دو عالم مين مردان سين نهو هڙايا
ياڳي نهوتي رنهاڳي نحس شرمساري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

آدم پاهتر ڳلي كربلا مين
امامين سون لا الہ الا الله سين
روتي وو بهتي اڪ جبر مصلا مين
ماهي جل مين تڙفي كررت وهاري

ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

اسي هزار ابن ضياد سين تها
کيتي ڪٽڪ دو جها بن سعد سين تها
لعنت خدا کي بي بنيادون سين تها
پنو تي دو پيٹو تو هينئري هچاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

فضل بن عباسي وتو ميدان سين جي
ابن يار رياحي تو چؤگان سين پي
دوني جنگ جولان دوفاني سين جي
هتر ڪافرون سين ديا شيرو ارين
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

وي ڪرسيس شرهي بئي پهلوان جي
قتل هويئي ڪافر بهت کي ريحان جي
شهيدون کي همت کي دو جڳ نشان جي
آگي شہ شهان قوم کا خرچ ڪاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

جنگ جاءِ مين حتر کيا جو حملا
پڪين لڳ چهاري چڙيئي شهه بغملا
چيرا باندسر پر ويکهو شاهي شملا
جهولي هل پڙ مين جهويا جهڙ نمايون
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

بار ان طرح رڻ مين مين وسڪارها نين
علي و علي نعرا جبار تها نين

درد کان بحر موج موجدار ها نين
هئي هئي لهن سرور هاءِ هاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

اول ابو القاسم کيا مير مار
اوپر سر ويري کيا وا کهه وارا
جهولا جنگ مين کر نشر را نعرا
سنا ملڪ فلکين پيا درد دهاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

اصغر تو اکبر چڙئي شير همسر
ارد ڪافرون کا کيا انتي ابتر
هويا ڏنڌ کا رابهر جامين ٻرٻر
سرداري مروان نحس ناس ماري
مين شهيد و نکاري
پيغمبر کي پياري

شامي بدمشق وو ڪوفي ڪميني
بدو بد بي سانحہ نحس تهي نابيني
زخمي کئي ظالمون هي حسيني
روتي نور اطهر محمد کي پياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

جلو پر جلو شاهزادان اهائي
ڪٽڪ ڪافرو مين جا بجلي لگائي
پتري کرکي حملا کٽک مين عظائي
ڪفر فوج توتي وڇهوتي چوڌهاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

كاري كربلا مين هويا كيس ايسا
جيسا سنا مومنون تم ني تيسا
بتاؤون درد كا كئي احوال كيسا
قلم سو زمين لوح جلئي جگاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

انها ابن مقتل با كستون مستونان
پڙا كاھ كفران مين كرسهونان
ماري شاھ شمشير دهان دهان دهو دهونان
پڙي راڙ كل كافرون مين كيكاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

سكيلا پكڙها تمہ شائق ملول
ميدان مين جا كڙا پڙ ملو
ماري سيفيان سهہ كفر كر پهلو بهل
ڦاتي جگر كفار كي سيس ساري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

پڙي كربلا مين تو غازيان كي غافل
پيلان پهلوان كرتي وو چل چل
آگي انهاتي قدم زور زلل
نہ ديكهيا كسي حشر ايسا پياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

شهزادي شوق اپني بهئي شهيدان
سبهي سوار سورھ وو سيد سعيدان
لعنت خدا كي كهو بريز يدان
خزان مين پڙي كل مرمد مداري

ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

پڙي آڙ خبر شاهزاديان کي شہ سين
علي شاه اولاد هر دم فتح سين
شهادت رسيئي شاه عارف الله سين
معراج لهايا اميرون سين ياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

امام المسلمين چڙيا کر کي نصرا
گڙ گڙ گجا آسمان کر دهوکا را
چوچک درد کا لکانو نغارا
خارج هويئي کل حيران هزاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

توکل الله کي پکڙها تهہ بهالا
کرکي جلو طرف کفران چلياري
سوسين شهيد نونکا هاري
پيغمبر کي پياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

فلک مون ملک بهئي تو حاضر ناسين نين
حکم تو ديو وهرا مريون ربي نين
قتل کل کهڙکي کرون بيخ بيسنين
ملکون کي سنت نہ ميرا اختياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

جلدي چڙهي طرف نگاهہ کي جي
گلي رڻ مين هئي هئي تو نگاه کي جي

مارو تيغ چل کر اچنگاه کي بي
قتل مون بقا مين چلو ايک واري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

فنا کي ملک مين نهين کس کا تها ٿان
بقا مين بهاري هئي جنت لگا ٿان
جفا جور مجھ پر جيوين رب کا جاٽان
رضا مين تو رضي خد مئين منياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

پاني تلا کي اوپر شاهه پياسا
کمر کي زبر زور حملا ورهايا
کفر مار کي توتلا وون سين ٿهليا
جبي پيني پاني لکي شہ سواري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

فرمان غيبي آيا يون شهيني
پياري تماري تشنہ دل کبيني
پيون بات آب اوس سچي سون رهيني
درد مين پڙاو اويلا کهياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

کيا دور پاني طرف جنگ کا ها
الله اکبر کا شير شاها
زلزل زمين پر فلک هاءِ ها ها
دردمين تو برسي سماجل جوهاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

سن کر امامين کا ها اسب سين
الله اکبر تو کهه کي جذب سين
طرف جنگ جولان غازي غضب سين
پڙي جا کفارون مين مالک مياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

اول تيغ گهوڙي کي جند مين وويٽ کي
سوين ستر و اهيان وو چوقير چٽ کي
گهوڙي بهي سوين ماريئي که کي گٽ کي
بوراق سين صد زخم بهئي بجاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

ياقوت موتي و مرجان بل بل
گيتي لعل هيري تو دلدل سين دل دل
عطر مشک سين پوٿهه گهوڙي گهاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

سبي ساز کندن جڙي شاه گهوڙي
عجب جلوه گهوڙي کان ڏوري سون ڏوري
اسب پر چڙيا بادشه جنگ جوڙي
بڙا کي طالع گهوڙي کا خداري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

همين کسکون رنجا نجايا کهو تم
رکهو کوجهه سانچه هي خارج هو تم
جهوني دو جڳ مين تو پيدنهن تم
دغل بازو لمين تمهين کون دغا
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري

حضرت امامين پيغمبر کي پياري

محرم شرن شان کان مصفا هي
حضرت علي و ولي مرتضا هي
شهادت کان منصب ويا دم خدا جي
سني کان فرد تم سيہ رو مکاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

سامان کيون کرکري تم تياري
اميرون اگر هرگر کي لشکر کون ري
هماري بهي هئي با کفر جنگ جاري
مارون تيغ کفار کو پر مين کاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

هو آکهي شاهہ سين کجهہ اثر لي
خارج سبي بهي منشيات خر ئي
مروان منکر وومرتد مکرلي
لڳا موچڙا سر کفارون هزاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

کيا مکيہ مبارک مديني سونهاري
سردار سين خاک کهيا پوکاري
کيسي درد سين پڙي هون بيچاري
تمهين نہ تها يا نبي دل آزاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

چشم چانکي ديکهو علي هور يهان
هئي هئي کہ احوال رڻ مين همارا
آواز پني آيا آشکارا

سنيا كوفيان شاميان كل كفاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

فرمايا سرور نبي مصطفا يون
نهين اختياري تو رب كي رضايون
دو جڳ دردو نهين هماري پڙيون
بچوري كا هئي هئي كهون كي آزاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

كلهي پر كبهي چاڙهہ سمجهہ سيني كهيلاتي
ايسي رحم تيري روتي رها تي
پيغمبر كرم كر چاتي پر تو چاتي
غاطان هون آب خاڪ مين خاكساري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

كيا مكيہ نجف طرف سيد سچاري
بولي مبارڪ لبون لعل هاري
بابا كيا كيس كيسا لغاري
عجب لاؤ بالي خدا كي رضاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

ديكو حال هئي هئي پڙي هون جوپٽ مين
قيامت قراري ناهو يگا الٿ مين
حشر گاهہ همني ديكها جو جڳت مين
امت كي كارڻ ديئي سيس چاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونكاري هاري
حضرت امامين پيغمبر كي پياري

ميري لعل رت مين تو اندام جبي هئي

اولاد تج پر تو حشام هئي هئي
ڪٽڪ ڪافرون کي ٻہ ها نما وئي وئي
سنو جي يتيمون کي فرياد واري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

انجام تيري اوپر سيس ڪاني
ايسا واقعا کي کهون کيس ڪاني
مروان مردود ابليس کهاني
نظر يا علي کر ديکهو ايک باري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

روتي وو معصوم ڪرتي پوڪاران
سختي مين سد کرسنا تي تواران
علي مصطفا سين درد کي اوبهاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

ظلم کوس کي سون چهوتي پاک نوري
سيد سدائين عفت حضوري
رضا حق مين راضي رهي کر عبوري
روتي هي خاتون هئي هائي پياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

شامي ڪوفي کلي آپس مين بولا تي
سمالح سور پون هڪ ٻئي سنا تي
سيد حيف ان پر کهونکہ لعنا تي
روو يگابي بي ڪفر سين بولاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونڪاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

فرزند خاتون حضرت کي چائي
گون ڪوفي شامي يون رب کي رضا کمي
شهادت رسئي شير جنت بجائي
قيامت کي تا ان کان دکھ دل خداري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

مظلوم اوپر ظلم ظالمان کا
ظالم جهنم مين هوشي جهان کا
خوشي گهر ڪفارون خبيثون مين کانکا
بدل طالبان درد مومن ميلاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

دور تهي پيغمبر کي سردار سائين
سبهي مرسلون کي وو مالڪ شمائين
سيد سونهاري ئين کيا گھ سنائين
رسي جا لقامي مني مصطفاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

صورت امامين سورج سون نياري
خود شمس مهتاب مالڪ شعاري
هر چال حضرت اميرون اپاري
سرتاج سلطان صاحب هماري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

دربان تما جائي جبرئيل در کا
جبرئيل کا جوش جلتا جگر تها
کرتا تو هئي هئي دوکهنا بدر تها
علم تهي مديني منور نشان دهي

ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

رسئي شهہ شهادت رضا مين رباني
ماتم کيا ياعلي مصطفا ني
دهرتي ملڪ فلڪ دو فان تهاني
روتي جوهر مين هئي هئي الله ري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

قتل يا ان مين اگرجي نا هو تا
ظهورا خدائي خدا کا نا هوتا
اسي کيس ارمان مين رب بهونا
خالق کهي خود ني مجہ پر مياري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

حضرت پياسين پيغمبر کي پياري
حسنين کي هڪل همت هونگارا
جهڪر جبور شمشيريان سر ڪفار
گهچي بهت جون گرگري شير نعصري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

ڪليجي پٽي ڪفر بکيان هيان کا
جگر ٽوٽا شاهي و مروا نياز کا
هويا روسيہ ديکهو حرا ميان کا
انصاف امامين کيا بي بيان ري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

حضور مين عرض محبت پيالا
هو وئي ذوق حق کا سدا شوق مالا

سچئي حب پنجتن کي لون لون سنبالا
هويگا هميشھ مهربار باري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

پنجتن کي درگاه مين هون سوالي
مرشد کي محبت هويگا کمالي
اولاد ارکل فقر مين بحالي
رکھي عاقبت عاقبت مين بيچاري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

شهيدون کي اسرار سون بيخبرني
بهوت خلق منکر تو اب ني مکرني
بهتي بي ايمان بدوکر بشر في
شناس حق کي نهين بخني کوئي هانيري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

پهچي يهي قتل کرتي کرتي ملامي
حيفي تخم پورث سور حرامي
افغان مروان کوفي توشتامي
لعنت انون پر لکهون لاکھ واري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

امامين کي درد مين هائي هاءِ ري
عشاقون ديئي سرا چهل چاءِ چاءِ ري
فلک اور ملک مين پري هاءِ هاءِ ري
قيامت کي تائين النبي بجا ري
ماتم دو جڳ مين شهيد ونکاري هاري
حضرت امامين پيغمبر کي پياري

(هي مرثيو موسىٰ فقير جي بياض تان نقل ڪيو ويو آهي جيڪو محترم انجنيئر عبدالحسين موسوي صاحب جن جي ٿورن سان دستياب ٿيو.) (ٽالپر دؤر ۾ فارسي زبان جو عروج هيو تنهن سبب مرثيي ۾ ٻولي جي حوالي سان سنڌي ٽوٽي اردو ۽ فارسي لهجو ملي ٿو. هتي نقل ٿيل بندن جي تعداد 119 آهي اجان بہ الائجي ڪيترائي بند آهن جيڪي اڻپورا هجڻ جي نقل نہ ٿي سگهيا ۽ آءُ انهن جي مڪمل تعداد جي اڻڄاڻائي ڄاڻايان ٿي.)

# 4. فقير غلام حيدر شر گودڙيو

## سوانح حيات

طالب نانڪ يوسف جو مريد هو. فقير غلام حيدر ولد قائم الدين شر، 24 رمضان 1215هه بمطابق 08 فيبروري 1801ع تي ڳوٺ مينگهو فقير شر، تعلقي ٺري ميرواهہ ضلعي خيرپور ميرس ۾ ڄائو. فقير غلام حيدر 07 محرم 1294هه بمطابق 22 جنوري 1877ع ۾ وفات ڪئي.

فقير غلام حيدر شر جا وڏا اصل ۾ ميرن جي صاحبيءَ دوران سنڌ اندر آيا، فقير غلام حيدر گودڙي ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي ۾ حاصل ڪئي، ان کان پوءِ عربي ۽ فارسي جي تعليم هنگورجہ جي هڪ مدرسي مان حاصل ڪئي

### رثائي ڪلام

### (مرثيو)

مالڪ تون ملڪ مولا وارث والي حسينؑ
ظاهري ۾ ظلم هوءِ باطني سي نور عين.

(1)

ٿئين تولد تون جڏهن يا سيدا سالار تون،
منهن نبيءَ منهن تي رکيو امت سندا آڌار تون،
نور نوري سر سرتي ابتدا اسرار تون،
تون خدا جو لاڏلو خيرالنساءِ جو نورعين.

(2)

شائق کٽي شمشيريون کاهي پيا کفران ۾،
ڏڙ ڏڙن تي سڀ هنيائون درد جي دوران ۾،
سڀ هياباڪا بهادر برهه جي باران ۾،
وير سڀ وطنئون جدا ٿيا تنهنجي خاطري يا حسينؑ

(3)

مير تون معراج کيو يا سدا سرور حسينؑ
تون پيارو مصطفيٍ جو جگر جاني نور عين،
راز رب جو تنهنجي سر عاصين آڌر حسينؑ
جي لڳا لڙه لعل ٿياسي نور نوري يا حسينؑ

(4)

جان جاني جگر تون آن مصطفي حضرت امام،
ڪڏهن نبيءَ جي هئين ڪلهي تي شاه تنهنجو شير شان،
خون تنهنجي سڀ ڇڏايا امتي جي خاص و عام،
ساٿ پنهنجو سڀ ڪهايئي پٽ ۽ يائر يا حسينؑ

(5)

نر هٽي نعرو سي منجهه گهڙيا ڪٽڪ ۾ ها جڏهن،
ملڪ فلڪن تان لهي آيا امالڪ ها تڏهن،
عرش ڪرسي ۾ اوراتو محب ٿيو مالڪ تڏهن،
بيڪسي تي ٿي رنا سڀ ساه سراسر يا حسينؑ

(6)

ڪربلا ۾ ڪوس ٿيو هو عرش ڪرسيءَ سڀ طوفان،
ناگهان نعرو لڳو تقدير لکيو بي گمان،
شاه تي شڪران ڪيا اي يار يارالامان،
حيدري ڪرار جي پياري پسرات يا حسينؑ

(7)

واقعو آهي وڏو تنهن کي ڪرڻ واجب تمام،
هن بنده کي ناه طاقت جو لکي ڪربل ڪلام،
روز شب رب جا رسن سيد مٿي سهسين سلام،
تنهنجي سرور سام غلام حيدر يا حسينؑ

## 5. خير شاهه

## سوانح حيات

خير شاهه سچل سرمست جو عقيدتمند هو، رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي جو رهاڪو هيو. خير شاهه جو جنم 1190هه 1776 عذاري ٿيو. . .
مشهور صوفي شاعر غمدل فقير جي فرزند لطف علي فقير جي روايت موجب خير شاهه گهڻو ڪري پردي ۾ رهندو هو، سواءِ ڪن ويجهن عزيزن ۽ دوستن جي ڪنهن سان ظاهر طرح نہ مليو.....
خير شاهه جي ڪلام ۾ سورمين جو ذڪر ملي ٿو. خير شاهه کي سچل سائين کان فقيري ۽ شاعريءَ وارو ونڊ مليو ۽ سچل سائين جي صحبت ۾ رهي رچي ريتو ٿيو.
خير شاهه جو ڪلام تصوف، عشق، محبت ۽ نصيحت سان ڀريل آهي. خير شاهه جو ڪلام گهڻو ۽ وسيع هو، جيڪو هينئر ناياب آهي، سندس ڪلام مان ڪجهه ڪافيون مير حسين علي واري بياض ۾ موجود آهن، اهو بياض حيدرآباد جي ميرن جي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهي.
خير شاهه جي وفات 1260 هه بمطابق 1844 ع ڌاري ٿي. ڪيس دفن بہ اوتاري واري جڳهه ۾ هي ڪيو ويو آهي.
رثائي ادب جي لحاظ کان سائين خير شاهه جي زاري هيٺ ڏجي ٿي؛

## رثائي ڪلام

### (زاري)

مومن ڳالهه ٻڌو پنهنجي پير جي
اصغر بني تہ صغير جي
ڪٺ تان ويو کهنبا ڇڏي
دلڙي ويو غمن ۾ ڳڏي
گهوٽ قاسم تو لڏي
منهجي مهل آئي ڪير جي
علي اصغر اربيلو پليو
حسينڻ ڪٺي هنجتي هليو
ڪوفن آڏو آڻي جهليو

تقدير وتئون تنهن پير جي
ڏِڏَ جو دهل وڳو
قهر جو ڏوکو لڳو
سڀ کو مومنن اوڏاهين يڳو
پهريئون پوشاڪ نير جي
”خير شاهه“ امامن انصاف آءَ
سينو تنن جو صاف آءَ
کوهه تنن لاءِ ڪاف آءَ
سرکي پيتائون اَکِ سير جي

حوالا:


1. عبدالقيوم صائب، سيد ثابت علي شاهه شخصيت ۽ شاعري، محفل شاهه نجف روشن جو پڙ، ٽنڊو ولي حيدرآباد سنڌ، ص.25
2. مرتب مصنف: مشتاق مسرور باريچو، ڪتاب جنرل سنڌي، گنج بخش ڪتاب گهر حيدرآباد، سال 14-2013، ص387.


## باب چوٿون

# خيرپور جي عزاداري ۽ مرثيي جو مقام

## خيرپور جي عزاداري جو جائزو

”سنڌ ۾ محبت اهلبيت ۽ عزاداري اهلبيت جي پکيڙ جو جديد سفر ميرن جي دور ۾ شروع ٿيو، جيڪو حيدرآباد کان پوءِ اتر سنڌ خيرپور رياست تائين پهتو. اتر سنڌ ۾ خيرپور رياست جي ميرن، خيرپور ۽ آس پاس جي علائقن ۾ عزاداري امام حسين عہ کي زور وٺرايو. اتر سنڌ ۾ مير رستم خان ۽ مير علي مراد خان ٽالپر ۽ سندس جانشينن مذهب اهلبيت کي فروغ ڏياريو.

رياست خيرپور جي مير ٽالپرن جي تخت نشينيءَ جي رسمن ۽ سندن خاص عقيدي بابت ؛سيد حسام الدين راشدي پنهنجي ڪتاب ” ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون“ ۾ لکي ٿو ته؛ خيرپور وارن تخت نشينيءَ جون ته سموريون رسمون ڪهڙن جا سني مخدوم بجا آڻيندا هئا، ۽ انهيءَ حد تائين ٽالپر، مخدومن تي پاس خاطري ڪندا هئا، جو ڪهڙن جي ڳوٺ ۾ محرم جو ماتم به سرڪاري طرح ممنوع هو.

ميرن جي صاحبيءَ ۾ ڪهڙن ۾ عزاداري شروع ڪرائڻ جي جرم ۾ ٻه سال ڪوٽ تي چاڙهيل سيد چتن شاهه (ٻيو) بابت پروفيسر منظور حسين ڪهڙو پنهنجي سهيڙيل ڪتاب ڪلام سيد ريجهه علي شاهه“ ۾ لکي ٿو ته؛ ”دين محمد شاهه جي (ٻيو) جي برقعي متائڻ کان پوءِ درگاهه جو متولي سيد چتن شاهه (ٻيو) ٿيو. ڪهڙا شهر ۾ هيءُ پهريون شخص هو، جنهن ماتم داريءَ ۽ مجلس جي شروعات ڪري علم نسب ڪيو، جنهن تي مخدومن اعتراض ڪيو، جنهن جي ڪري هن سادات کي ڪوٽڏيجيءَ قلعي ۾ ٻه سال قيد ڪاٽڻو پيو. آخرڪار شاهه صاحب جي سچي حب، اهل بيت مير فيض محمد کي مجبور ڪيو هو جو هو ڪوٽ تي آيو ۽ شاهه صاحب کي آزاد ڪري ڪهڙا شهر ۾ ساڳيو علم هٽي ڏنو، اهو علم اڄ ڏينهن تائين قائم آهي“.(1)

ٽالپرن جي مذهبي فرقي بابت جيترين به روايتون ملن ٿيون ته هو اصل، ڪلهوڙن جي دور کان وني شيعا هيا ۽ ڪجهه ماڻهن جي راءِ آهي ته، رياست جي حڪمراني ملڻ بعد ايراني ۽ عراقي عالمن جي صحبت ۾ فڪر اهلبيت جا حامي بڻيا.

(ان بابت پروفيسر عطا محمد حاميءَ پنهنجي ٿيسز ڪتاب؛ ”خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۽ حصو“ ۾ لکي ٿو ته؛ ”ميرن جي مذهبي مڪتب فڪر متعلق متضاد روايتون ملن ٿيون. ڪن ماڻهن جي خيال موجب هو اصل سني فرقي جا هئا. پر پوءِ ايراني عالمن ۽ درٻارين جي ذريعي شيعت اختيار ڪيائون. سنڌ جو آخري ٽالپر تاجدار مير نصير خان لکي ٿو، ته ٽالپرن جو وڏو مير شهداد خان ٽالپر ڪلهوڙن جي صحبت ۾ شيعو بڻيو ۽ ڪلهوڙا اصل ۾ سيد ميران شاهه جونپوري جا مريد ۽ شيعا هئا. حالانڪ

ميان نور ۾محمد ڪلهوڙي پنهنجي وصيت ۾ پنهنجي خاندان کي حنفي فقهہ جو قائل سڏيو آهي. مير علي مراد خان خيرپوريءَ جو پڙ پوٽو صاحبزادو مير حاجي غلام حسين روايت ٿو ڪري تہ؛ ٽالپر اصل کان وٺي شيعا هئا. ۽ پنهنجو مذهب ڪڏهن بہ ڪو نہ مٽايو هئائون. بهرحال سنڌ جي اوائلي ٽالپرن جو مذهبي مڪتب فڪر ڪهڙو بہ هجي، پر اها ڳالھ پڪ سان چئي سگھجي ٿي، تہ خيرپور جا ٽالپر مير سهراب خان کان وٺي شيعا رهيا آهن ۽ اڄ تائين شيعہ آهن."(2)

اتر سنڌ جي عزاداريءَ ۾ ميرن جي ذاتي دلچسپيءَ سبب اضافو آيو.

اتر سنڌ ۾ عزاداريءَ کي فروغ ڏيڻ لاءِ خيرپور جي ميرن ڪوٽڏيجيءَ ۽ رياست جي ٻين شهرن ۾ عشري محرم جي ٿيندڙ پروگرامن کي زينت بخشڻ ۽عوام کي معرفت اهلبيت جي ڄاڻ ڏيڻ لاءِ ٻهرين ايران، عراق پوءِ هندستان ۽ ان بعد پنجاب جي مختلف شهرن مان وڏا وڏا مفتي، عالم، مولوي ۽ ذاڪر گهرايا. جن جي پرچار ڪانپوءِ خيرپور ڪانسواءِ آس پاس ۽ محرابپور تائين معرفت اهلبيت ۽ عزاداري اهلبيت جو پيغام پهتو. جتان ساهتيءَ تائين پڪڙيو.

سچل سائين جو مرثيو يا امر المسلمين وارو مرثيو . . . .

"فقير غلام حيدر جي خاندان جا فرد گذريل سوءِ سالن کان نائين محرم جي رات جو سرمست سائين جو مرثيو اٺ يا ڏهہ ماڻهو ياد پڙهندا آهن. ۽ باقي اتي موجود ماڻهو وراڻي ڏيندا آهن.

هن مرثيي کي پڙهڻ جا بہ انداز مقرر ٿيل آهن، هڪتہ گول صورت ۾ فقير جي خاندان جا اٺ يا ڏهہ فرد ويهي مرثيو پڙهندا آهن ۽ هر بند کان پوءِ پنهنجي سٿر(ٽنگ) تي ٿپڙ هڻندا آهن ۽ ٻئي طريقي موجب گول انداز ۾ بيهي اهو مرثيو ياد پڙهندا آهن."(3)

## روهڙي جي عزاداري

سچل سائين جا ٻہ مرثيا جڳ مشهور آهن. . . . . **يا امر المسلمين** ۽ ٻيو **هائي هائي سوز ٿيو سردار جو. . . . .**

**بلڪل انهي طرح جيئن فقير غلام حيدر جي خاندان جا فرد يا امام المسلمين وارو مرثيو پڙهندا آهن**

سچل سائين جو ٻيو "**مرثيو هائي هائي سوز ٿيو سردار جو**" روهڙي ۾ پڙهيو ويندو آهي سچل سائين جو جو اهو مرثيو اختر درگاهي پنهنجي ڪتاب "سچل سائين ۽ درازي فيض " ۾ شامل ڪيو آهي ان مرثيي بابت اختر درگاهي لکي ٿو تہ ؛

روهڙي شهر ۾ پڙهيو ويندڙ سچل سائين جو مرثيو ٻارهن مصرعن تي مشتمل آهي ۽ اسان کي اها روايت بہ شروع کان ٻڌڻ ۾ پئي آئي تہ انهيءَ مرثيي جا تمام گهٽا مصرع آهن، جيڪي گم ٿي ويا آهن.

جڏهن ته عام پڙهيو ويندڙ انهيءَ مرثيي جو ٿلهه وائيءَ ۽ ڪافيءَ جي ٿلهه وانگر ڏيڍ سٽو آهي، اهو مڪمل مرثيو سچل چيئر خيرپور مان دستياب ٿيو. ان قلمي نسخي ۾ 39 مصرعا شامل آهن

اختر درگاهي جو اهو ڪتاب سچل چيئر خيرپور پاران ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.

روهڙي سکر جي عزاداري جي حوالي سان شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جي زاري پڻ مشهور آهي جيڪا هي آهي:

اڄ پير مؤمنن جا مديني ڇڏ هليا
مدينو ڇڏي هليا سي مدينو لڏي هليا
سچ چنڊ مصطفىٰ ڏي يڪدل ڳڏي هليا
هئي هئي انڌارو ٿئو ان ري تارا لڏي هليا
اڄ مير مومنن جا مدينو ڇڏي هليا

سکر ۽ حيدرآبادي لهجي جي فرق جي ڪري هر ڪو پنهنجي علائقي ۾ پنهنجي انداز سان هي زاري پڙهندا آهي.

## سنڌي مرثيي بابت اديبن جا رايا

شاعري، جيڪڏهن جذبات نگاريءَ جو نالو آهي، ته مرثيه ڪان وڌيڪ حزن ۽ درد و غم جي ترجماني ٻيو ڪوبہ شعر نٿو ڪري سگهي. جيڪڏهن، اسين انگلستان جي فلسفي شاعر( مل MILL) جو رايو ڪتب آڻيون، ته انساني جذبات، ۽ احساسات شاعريءَ جا روح روان آهن، ته پوءِ مرثيه ڪان وڌيڪ ٻيو ڪو شعر، موثر ٿي نٿو سگهي.

(1) شايد اهوئي سبب آهي جو محترم لطف الله بدويءَ مرثيه بابت لکيو آهي ته:

”جذبات غم، جنهن کي شاعريءَ جو اصلي روح چئجي، اسان کي ٻين قسمن ۾ گهٽ، ۽ مرثيه ۾، اول ڪان آخر تائين ملي ٿو. “(4)

محترم لطف الله بدوي

(2) مرثيي جي صنف عربي مان فارسي ۽ فارسي مان اردو توڙي سنڌي ۾ آئي آهي پر اردو توڙي سنڌي مرثئي جي صنف اهلبيت اطهار ۽ معرڪ ڪربلا لاءِ مخصوص ٿي چڪي آهي. جديد مرثيي جا جزا قديم مرثيي ڪان مختلف آهن. جديد مرثيي ۾ تمهيد، مُکڙو، سراپا رخصت، آمد، رجز، شهادت ۽ آخر ۾ دعا تي اختتام ٿيندو آهي.

واقعهءِ ڪربلا جي ذڪر کي بيان ڪرڻو هجي يا آئمہ اطهار قربانين جي دين اسلام خاطر قربانين جو تفصيلي ويڙ يا حريت پسندي ۽ ظالم خلاف مظلوم کي همٿائڻ ۾ مرثيو بهترين ذريعو بڻجي سامهون آيون آهي. سو انڪري اهيو چوڻ بہ واڌارو نہ هوندو ته مرثيو

پاڻ اندر ۾ هڪ لاجواب فن ٻڌجي چڪو آهي.

محترم برادر دانش عباس سومرو

حوالا

1. مولائي ملاح، محراپور جي عزاداري (مختصر جائزو)، مولائي پبليڪيشن محراپپور، سال 2017، ص.127
2. ايضاً، ص.130
3. تحقيق: ڊاڪٽر مخمور بخاري، سچل سرمست جو مرثيو، سنڌ ثقافت کاتو، سال 2014، ص.21
4. تذڪره لطفي، ج2.

# نتيجا

منهنجي هي ٿيسز اميد آهي تہ سنڌي مرثيي جي تحقيق ڪندڙن محققن لاءِ ڪارائتي ثابت ٿيندي جنهن ۾ مان سچل سائين جي ٻن مرثين کي شامل ڪيو آهي ۽ ان سان گڏوگڏ سچل سائين جي همعصر شاعرن جي رثائي ڪلام پڻ شامل ڪيو آهي. سچل سائين جو هڪ مرثيو ڊاڪٽر مخمور بخاري شايع ڪرايو ۽ ٻيو محترم اختر درگاهي صاحب جن شايع ڪرايو آهي. منهنجي هن ڪم ۾ نانڪ يوسف صاحب جو ڪلام واڌاري طور شامل ڪيو آهي.

# ببلوگرافي


- مرتب: مولانا حڪيم محمد صادق راڻپوري "رسالو سچل سرمست" (سرائيڪي ڪلام)، سنڌي ادبي بورڊ.
- مرتب مصنف: مشتاق مسرور باريچو، ڪتاب جنرل سنڌي، گنج بخش ڪتاب گهر حيدرآباد، سال 14-2013.
- تحقيق: ڊاڪٽر مخمور بخاري، سچل سرمست جو مرثيو، سنڌ ثقافت کاتو، سال 2014.
- عبدالقيوم صائب، سيد ثابت علي شاهه شخصيت ۽ شاعري، محفل شاهه نجف روشن جو پڙ، ٽنڊو ولي حيدرآباد سنڌ.
- تحقيق ۽ ترتيب: نوشاد علي جعفري، تون درد ٻڌاءِ مان دانهن ڪريان، موج وحدت پبليڪيشن روهڙي.
- مشتاق گبول، شاعري جون صنفون، روشني پبليڪيشن.
- عبدالقيوم صائب، سيد ثابت علي شاهه شخصيت ۽ شاعري، محفل شاهه نجف روشن جو پڙ، ٽنڊو ولي حيدرآباد سنڌ.
- تحقيق ۽ تصنيف: انجينئر سيد عبدالحسين موسوي، روهڙيءَ جون ساڍيون ٽي سورائتون صديون، موج وحدت پبليڪيشن روهڙي، سال 2013.
- عبدالقيوم صائب، سيد ثابت علي شاهه شخصيت ۽ شاعري، محفل شاهه نجف روشن جو پڙ، ٽنڊو ولي حيدرآباد سنڌ.
- مرتب مصنف: مشتاق مسرور باريچو، ڪتاب جنرل سنڌي، گنج بخش ڪتاب گهر حيدرآباد، سال 14-2013.
- مولائي ملاح، محرابپور جي عزاداري (مختصر جائزو)، مولائي پبليڪيشن محرابپور، سال 2017.
- 3. تحقيق: ڊاڪٽر مخمور بخاري، سچل سرمست جو مرثيو، سنڌ ثقافت کاتو، سال 2014.
- 4. تذڪره لطفي.
- سنڌ سلامت ويب سائيٽ
- اختر درگاهي، سچل سائين ۽ درازي فيض، سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور
- مرتب: الطاف اثيم، فقير غلام حيدر گودڙي جو رسالو، سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، سال 2016.

# سنڌ سلامت

www.sindhsalamat.com

سنڌ سلامت جو مشن ۾ مقصد سنڌي ٻوليءَ جي ڊجيٽلائيزيشن ۽ پکيڙ کي وسيع ڪرڻ آهي ۽ پڻ دنيا سان گڏ سندس رفتار سان هلڻ جو سانباهو آهي، ڇو ته تاريخ هميشه انهن قومن جو احترام ڪيو آهي جن پنهنجي علمي سرمائي جي حفاظت ڪئي آهي. سنڌ سلامت پڻ پنهنجي ٻوليءَ جي بقاء خاطر سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيل قيمتي ۽ ناياب ورثي کي ضايع ٿيڻ کان بچائڻ ۽ ان کي نه رڳو محفوظ رکڻ پر پنهنجي اديبن، ليکڪن، محققن ۽ شاعرن جي علم، هنر ۽ تخليقن کي ڊيجيٽلائيز ڪندي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود سنڌين تائين مفت ۾ آسانيءَ سان پهچائڻ جو عزم ڪيو آهي.

اسان جي خواهش هئي ته سنڌي مواد تي مشتمل هڪ اهڙو ڪتاب گهر قائم ڪجي جتي هر موضوع تي مشتمل ڪتاب موجود ملن. ڪتابن کي ڳولڻ ۽ ڊائونلوڊ ڪرڻ آسان هجي ۽ اينڊرائيڊ سميت آئي فون يا ونڊوز آپريٽنگ سسٽم سميت هر قسم جي ڊوائيس تي آساني سان آن لائين پڻ پڙهي سگهجي.

۽ اهو سڀ ”سنڌ سلامت ڪتاب گهر“ ذريعي ئي ممڪن ٿي سگهيو. اميد ته سنڌ سلامت ڪتاب گهر ذريعي سموري دنيا ۾ موجود سنڌي نه صرف ڀرپور لاڀ حاصل ڪندا پر سنڌ سلامت ڪتاب گهر کي وڌيڪ فائديمند بنائڻ لاءِ پنهنجو ڀورو ساٿ نڀائيندا.

books.sindhsalamat.com

**سنڌ سلامت ڪتاب گهر جي اينڊرائيڊ اپليڪيشن پلي اسٽور جي هن لنڪ تان ڊائونلوڊ ڪريو:**

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.sindhsalamat.book